# پيار جا گل

## شاعري



آغا شير گل سرڪي

سنسار
SANSAAR
Publications

سنڌي شاعريءَ جي
ڀني ڪڏهن بہ بنجر ناهي ٿي،
انهيءَ زرخيز ڀنيءَ ۾ ڪيترين
ئي ڪوتائن جون ڪومل ڪليون
گل ٻڻجي ٽڙيون آهن، جن
واهڻن ڪي واسيو آهي، جن جي
دلين ۾ سنڌي ٻولي پوڪيل
آهي، انهن مان هڪ آغا شير گل
بہ آهي، جنهن جي دل ۾ ڌرتي
ڌڙڪي ٿي، جنهن جي دل ۾
ٻوليءَ سان محبت جا مينهن
وسن ٿا.

آغا شير گل نثر توڙي
نظم ۾ لکيو آهي، ڪا بہ هام
ناهي، ڪو بہ ڪمال ناهي، هن
لکيو آهي ڪا تہ لوچ هئي جنهن
هن کي لکايو، ”جهڙو حال
حبيبان تهڙو پيش پريان.“

آغا شير گل تخليق
جي دنيا ۾ شاعريءَ جي ڪتاب
”پيار جا گل“ جي روپ ۾ شاعر
طور منظر تي آيو آهي، انهيءَ
منظر جي مومل کي اجان بہ
سهسين سينگارن سان
سجائيندو.

**ڊاڪٽر حسين گل سرڪي**
**راڻيپور**



نالو: آغا شيرگل سرڪي
ولد: زوار ربنواز سرڪي
ادبي سڃاڻپ: آغا گل
تخلص: ”گل“
جنم ڀومي: راڻيپور
تعلقو: سوڀو ديرو
ضلعو: خيرپور ميرس
پرائمري تعليم: گورنمنٽ بوائز
پرائمري اسڪول راڻيپور
انٽرميڊيٽ:
سپريئر سائنس ڪاليج
خيرپور ميرس
بيچلر ۽ ماسٽر ڊگري:
شاهہ عبداللطيف يونيورسٽي
خيرپور ميرس، سنڌ
اولاد:
آغا اريبا گل سرڪي (ڌيءَ)
آغا اريب گل سرڪي (پُٽُ)
ملازمت: پروفيسر
هاڻوڪو پتو:
آغا هائوس، A-56، گلشن حديد
فيزون، ملير، ڪراچي، سنڌ

# پيار جا گَل

## (شاعري)

آغا شير گل سرڪي


سنسار

2021






**آغا شير گل سرڪي:**

**مڪڻ جي چاڏي ۽ محبوب جي ماڻي جهڙو ماڻهو**

ماڻهن جي اڪثريت کي شڪايت ڪندي ٻڌو آهي ته دوستن ۾ وفا نا هي رهي، اهڙن موقعن تي شير گل سرڪيءَ جو عڪس منهنجي دل ۽ دماغ تي ايري ايندو آهي. ساڻس دوستيءَ جو رشتو ٽيهن سالن کان قائم آهي، هو سدائين دوستيءَ جي تعلق کي سڪ جي سڳي سان جوڙيندو رهيو آهي ۽ ان ۾ ڪڏهن به وٿي وير نه وڌي اٿائين. نينهن لائڻ ۽ نڀائڻ ته ڪو هن کان سکي. هو جيڪو خوشين ۽ شادمانن ۾ گڏجي مرڪيو، کليو، خوش ٿيو، نچيو ۽ جهوميو آهي. ڏکن ۽ تڪليفن وارين گهڙين ۾ ٻَل تان ٻوڙها اگهي، پنهنجي سنڌ جيڏي سيني سان لائي سدائين آٿتون آڇيون اٿائين، غم گهٽايا ۽ حوصلا وڌايا اٿائين. هو جيڪو وفا جو پتلو آهي، هو خوش گفتار آهي، سندس زبان مان نڪرندڙ لفظ موتين جي مالها تا لڳن. سندس لهجي ۾ ماکي ۽ مصريءَ جهڙو مٺاس آهي.

شير گل سرڪي محنتي ۽ اورچ استاد بہ آهي،جهالت خلاف جدوجهد دوران ڪڏهن به جهڪيو ۽ مايوس نا هي ٿيو. مهمان نوازيءَ ۾ پنهنجو مٽ پاڻ آهي. فقيري فڪر سندس سڃاڻپ آهي، دل جو امير آهي ۽ دوستن، فقيرن ۽ مسڪينن تي خرچ ڪري سدائين سرهو ٿيندو آهي، هو رشتا نڀائڻ ڄاڻي، هو شير جهڙو دلير ۽ گل جهڙو نفيس مزاج ۽ خوشبودار ماڻهو مٽيادار آهي، هو اورچ دوست، مهمان نواز ۽ سماج سڌارڪ هجڻ سان گڏ سونهن پسند، سنڌ پرست ۽ فطرت پسند شاعر بہ آهي. سندس سيني ۾ هڪ حساس دل ڌڙڪي ٿي جيڪا فطرت جون رنگينيون ڏسي رقص ڪري ٿي. سندس دل، دماغ ۽ عڪاس اکيون لبن جي لالاڻ، ڳٽن جي ڳاڙهاڻ، ڪينجهر جيڏين ڪشادين اکين، ڪارن وارن، پکين جي پروازن، صحرا جي وسعتن، سمنڊ جي ڇولين، درياهہ جي چاڙهہ، پهاڙن جي اڏولتا، مينهن جي ڪٽين، وڄ جي وراڪن، گلن جي رنگت ۽ خوشبو، سرنهن ۽ ڄانئي جي ڦولارن ۽ ڪٽڪ، جوئر ٻاجهر ۽ مڪئي جي سنگن تي موهت ٿي پر ڪيف ۽ خمار جي پون ٿيون. سندس شاعريءَ ۾ فطري حسن سان گڏ محبوب سان ازلي الفت، مٽيءَ سان محبت ۽ ديس واسين جي دردن جو اٿميو اظهار ملي ٿو. اميد ته هو سنڌي ٻوليءَ ۽ جيجل سنڌ جي جهوليءَ کي خوبصورت ڪوتائن جا انمول موتي آڇيندو رهندو.

**سرور ميمڻ**

مينيجنگ ڊائريڪٽر

مظهر مسلم ماڊل اسڪولنگ سسٽم

GFX Image Syed Ali

Fiction




ISBN 978-969-7998-10-4

9 789697 998104

سنسار SANSAAR Publications

Price:PKR 300 - $10 USD

SANSAAR 2021

**Book No:09**



| | | |
|---|---|---|
| Book: Piyar Ja Gul | | ڪتاب: پيار جا گل |
| Poetry | | موضوع: شاعري |
| Author: Agha Sher Gul Sarki | | ليکڪ: آغا شير گل سرڪي |
| Editon: First - July - 2021 | | ڇاپو: پهريون، جولاءِ - 2021 |
| Copies: 500 | | تعداد: 500 |
| Published: SANSAAR | | ٽائٽل: محمد علي شاهه |
| Publications & Printers Karachi | | (GFX Image) |

## مُلهه

ڏيهه: 300 رپيا- پرڏيهه: 10 ڊالر (آمريڪي)
Price: PKR 300 - $10 USD
ISBN:978-969-7998-10-4

## پبلشر

سنسار پبليڪيشنس اينڊ پرنٽرس ڪراچي
آفيس: روم نمبر- 307، ٿرڊ فلور، صابر منزل،
پٺيان گل پلازا مارسٽن روڊ صدر ڪراچي، سنڌ، پاڪستان

**SANSAAR** Publications & Printers Karachi
**Office**: 307, Third Floor, Sabir Manzil, Behind Gul Plaza
Marston Road Saddar Karachi,Sindh, Pakistan
Contact:0092-300-2507766
Email: sansar.sindh@gmail.com



# ارپنا

هي پنهنجو قلمي پورهيو
ارپيان ٿو
پنهنجي بابا مرحوم ”زوار“ ربنواز سرڪي
امڙ سائڻ مرحومه اختر پروين ”زيتون بي بي“ کي
جن جي تعليم، تربيت ۽ محبت
مون لاءِ اتساهه ۽ ويساهه جيئڻ رهي آهي،
۽ ارپيان ٿو
پنهنجن ٽرندڙ گل پائرن
علي گل
حسين گل
سدا گل
فيروز گل
فدا گل
۽
پرويز گل
کي، جن جي پنهنجائپ، پريتڙو
هر ڪمال ۽ مثال کان مٿانهون آهي.

**آغا شير گل سرڪي**

***



بابا "زوار" ربنواز سرڪي — امڙ اختر پروين "زيتون بي بي"

گل پائرن جو گروپ فوٽو



آغا شير گل، علي گل، حسين گل، سدا گل، فيروز گل، فدا گل ۽ پرويز گل



# سٽاءُ


- پبلشرنوٽ.................................................اسلم ڪٽياڻ
- ڏات توڙي ذات ۾ ٽڙندڙ گل (مهاڳ).....امين سومرو لاڪائي
- پنهنجي پاران...........................آغا شير گل
- رُت بهار جي ٽڙيل گل سان گفتگو...... عبدالڪريم سومرو
- گُلابن جهڙو شاعر ۽ شخص........................... منظور اڄڻ
- گل ڪٽي گل ڌري ويو.......................... "راز" علي گل پتو
- ڪنهن ڪنهن ماٺوءَ منجهه.......پروفيسر سجاول الدين تنيو
- ٽيون اکڙيون چار ماشاءَ الله.......................... مختيار چنو
- آغا شير گل هڪ اهل دل انسان..................نذير احمد چنا
- محبتون ونڊيندڙ ماٺو........................... سيف الله پليجو
- محبت ۽ عاجزيءَ جو شاعر.... گل حسن چانڊيو (گل انقلابي)
- محبتن جو سفير شاعر............................. راجا طارق گلال
- خوبصورت ادائن جو شاعر........................... زين سولنگي
- جيڪي ڏٺو مون .... فقير عبدالمجيد عرف احسان علي ملاح
- شاعري..................................................................
- غزل....................................................................
- وائي....................................................................
- نظم / نثري نظم.........................................................
- گيت....................................................................
- چوُسٽا..................................................................
- بيت....................................................................


***

# پبلشر نوٽ

دنيا ۾ اوائلي توڙي هاڻوڪي ادب ۾ شاعريءَ کي وڏي اهميت رهي آهي، مختلف انقلابي، سياسي ۽ سماجي تحريڪن کي هٿي ڏيڻ ۽ ماڻهن کي متحرڪ رکڻ لاءِ شاعريءَ جو مکيہ ڪردار رهيو آهي.

سنڌي ادب ۾ هن وقت شاعريءَ جي ڪتابن جو جهجهو تعداد شايع ٿئي پيو، پر ان ۾ وڏو انگ مڃتا ماڻڻ کان محروم آهي، ان جو بنيادي ڪارڻ فني، فڪري اٽاٽ ۽ حالتن پٽاندڙ موضوعن جي کوٽ چيو پيو وڃي.

آغا شيرگل بنيادي طور تي استاد آهي، سندس شاعري تي چار ڏهاڪا اڳ جي لکيل آهي، جنهن ۾ سونهن، پيار، محبت، وفا، دغا، جفا، دوستي سميت سماجي مسئلن جي اپٽار ڪئي وئي آهي. هُن شاعريءَ جي مڙني صنفن تي طبع آزمائي ڪئي آهي، جنهن ۾ غزل، وايون، نظم، نثري نظم، گيت، چؤسٽا ۽ بيت شامل آهن.

آغا شير گل جي شاعريءَ ۾ سندس اندر جي آنڌ مانڌ، جذبن جو چٽو عڪس ملي ٿو، هن عشق جي چوٽ ۽ هيانءَ جي روشنيءَ آڌار رڻ‌ڍا روڙيا آهن، سندس هي پهرين ادبي وک فن، فڪر، مطالعي ۽ مشاهدي جي تارازيءَ ۾ تورڻ بدران ڪيس اتساهيندڙ موٽ ڏني وڃي.

سنسار پبليڪيشنس ادب جي نون پانڌيئڙن کي اُتساهہ ڏئي اڳتي آڻڻ ۾ پنهنجو ڀرپور ڪردار ادا ڪري رهي آهي، هي ڪتاب ان سلسلي جي هڪ ڪڙي آهي. اداري پاران آغا شير گل سرڪي جي شاعريءَ جو مجموعو "پيار جا گل" پڙهندڙن کي پيش ڪجي ٿو.

**اسلم ڪتياڻ**

**سي اي او- سنسار پبليڪيشنس**



# مهاڳ

## ڏات توڙي ذات ۾ ٽڙندڙ گل

سائين عبدالڪريم سومري چيو: "امين ڪنڊن جي وسيع ڪائنات ڏني اٿئون، ڪنڊن پنهنجي بدن تہ ڇا پر روح کي بہ روڙي ڇڏيو آهي. اڇ تہ توکي گلن سان ملايان." گلن وٽ سونهن آهي تہ، سرهاڻ بہ آهي، حسناڪي آهي تہ هٻڪار بہ آهي، دلبري آهي تہ دلداري بہ آهي، پيار آهي تہ پنهنجائپ بہ آهي، چاهہ جو چنڊ آهي تہ چانڊوڪي بہ آهي، عزت آهي تہ خدمت بہ آهي، وفا آهي تہ سخا بہ آهي، هر نينهن جو ناتو اُجرو ۽ اعليٰ آهي. انهن گلن جي گلزاري مان هڪڙو گُل 'آغا شير گل' جيڪو سِپني سرهاڻين سان گڏ ذات جي ڏيهہ جو بہ ٽڙندڙ گل آهي. نظم توڙي نثر ٻنهي سان رشتو نڀائيندو اچي.

ٽڙي ئي پيو بهار، توڙي خزان ۾ آغا شيرگل
خوش پوش، خان خانان، ليڪ لڪاري بہ آهي
امين سومرو لاڪائي

آغا شير گل جي شاعريءَ جو مجموعو سامهون آهي، جنهن ۾ غزلن جي اڪثريت آهي، غزلن کان سواءِ وايون، نظم، چؤسٽا، بيت ۽ گيت بہ شامل آهن. آغا هر صنف تي ڪوشش جي قلم جو ڪاپو ڪيو آهي. مون کي حسناڪي ۽ حجت مان حڪم ٿيو ڪتاب جو مهاڳ توکي لکڻو آهي. ڳالهہ مون کان ڳري آهي پر هتي انڪار جي بہ ڪا گنجائش ناهي، جي بسم الله!

اسان جيڪو ڳالهايون ٿا، ٻڌون ٿا، ٻڌايون ٿا، اها سڀ چپن جي ٻولي آهي، شاعر جي شاعري دل جي ٻولي آهي. اڻ ڳڻين ڪيفيتن جي ڪنن مان ٽپيون هٽي ڪنڊيءَ تي ڪَرُ موڙيندڙ ٻولي آهي، ساهن جي سڏڪي جي ٻولي آهي. تڙپ جي تلوارن سان ڳيا ٽيل تنهائيءَ جي چيخ جي ٻولي آهي شاعري. سچي مهيني جي اپرندڙ چنڊ جي چانڊوڪين جو عرق آهي شاعري. ڪوڙ جي ڪائنات ۾ سچ جو اپرندڙ سج آهي شاعري.

ڪڏهن بہ ڪنهن شاعر جي اکين ۾ چتائي نہ ڏٺو هوندو، شاعر جي دل جي دنيا تہ اجهان پري آهي. شاعر ڪيترين ڪيفيتن جون قيامتون ٿو ڀوڳي. اها عام ڪي کهڙي خبر. ذات ڪيترا ڏنگ تي هٽي، اهي ڏنگ ڪير ڳڻي ۽ چو ڳڻي، شاعر جي اکين ۾ راتين جي اوجاڳن جون ڪٿائون ڪنهن ڪٿي پڙهيون آهن:

اي شاعر! اکين ڪي اوجاڳا اڀي چا مليئي؟

هي هيڏي ساري شاعري لکي ڪري چا مليئي؟

هن دنيا ۾ درد هر شئي ڪي ڏوٽي تا ڇڏين، دردن جا روپ نيارا، وري رنگ بہ نرالا، هتي ڪو عشق جي آڙاهہ جو ٻارڻ ٿيو آهي تہ، ڪو اکين جي خنجرن سان خون ٿيو آهي تہ ڪو زلفن جي زنجيرن ۾ عمر ڀر اسير ٿيو آهي تہ، ڪو وڇوڙن جي ويرانين ۾ اڪيلو ڀٽڪيو آهي تہ، ڪو بي روزگاري جي باهہ ۾ ڀسم ٿيو آهي تہ، ڪو ظلم جي بکايل بگهڙن کان چيريو ڦاڙيو ويو آهي تہ، ڪو حالتن جي هاڄن ۾ ونجي ۽ ولوڙجي ويو آهي، ڪو ڪرسين جي پوڄارين جي پاپ جي گهاڻي ۾ پيڙهيو ويو آهي تہ ڪو دشمني جي دلدل ۾ ڦاٿو ۽ ڦٿڪيو آهي. ڪو ڌرتي سان محبت جي ڏوهہ ۾ ڏنگبو رهيو آهي ڪو سراپا سورن جي سڪرات ۾ ساهہ ڪٽندو رهيو آهي.



اسان جو شاعر، سنڌي ٻوليءَ جو شاعر 'آغا شيرگل' محبتن جو شاعرآهي، نفرت ڪان نفرت ڪري ٿو، پيار جو وکر ورهائيندو وتي، پنهنجي ذات ۾ ٽوڙي ذات ۾، گل ڪي بہ گهاءَ رسيا آهن. گهاون جي گلابي زخمن ڪي آغا شاعريءَ جي مالها ۾ پوئيو آهي. اهي گهاءَ غزل، گيت، وايون، بيت ۽ نظم بڻجي لفظن جا ويس ڌاري پنن جي بدن تي چِٽَ بڻجي چِتجي اسان جو سامهون آهن 'پيار جا گل' جي نالي سان.

آغا شير گل جي شاعريءَ مان حوالي طور ڪجهہ شعرن تي اظهار ۽ ويچار ونڊيندا هلون.

ڌرتيءَ ڪي ماءُ چئون ٿا

صديون پراڻو ويساهہ آهي

سنڌ اجا سلامت آهي

ڪيترن ئي ڪئي ڪاهہ آهي

ڌرتيءَ سان دلبريءَ جي وڏي دعويٰ آهي، صدين جي ويساهہ جي تاريخ جو داستان آهي. ڌرتيءَ ڪي ماءُ چوڻ اهو شاعر ۽ شاعريءَ جي روح جو آواز آهي، سنڌ جي امرتا جي ساک جي باک ڦٽي پئي اجان. ڪيترائي هلائن جا هاڃا ٿيا، پر سنڌ سلامت آهي، تمام ٿورن لفظن ۾ سنڌ سان سچيت جو سهڻو سنهيو ملي ٿو.

پيڙهي ناس ڪري پئي پلپل

جاني تنهنجي ياد جي جيڪا چڪي آهي

"گل" ڪومائجي متان ڇٽي وڃي

وڇوڙي جي هوا اهڙي لڳي يڪي آهي

آغا شير گل عشق جي امتحانن ۾ ڪيترو سوپارو ويو آهي، هو پيار جي پنڌ ۾ ڪيترو ڦٽيو آهي، يادن جي چڪي ۾ پيسجي اٿو ٿيو آهي. وڇوڙي جي واءَ ۾ هو ڇٽڻ کان بچڻ جا جتن ڪري ٿو.

آغا جي شاعريءَ ۾ عام ٻولي ڪتب آندل آهي پر اها عام ٻولي ٻہ شاعراڻي رنگ ۾ رچيل آهي.

آغا گل جي شعر ۾ منظر نگاري مهراڻ جان موجن ۾ آهي، تشبيهون ۽ استعارا ڏاڍي سهڻي سليقي سان سجايا اٿس. هيٺين شعر ڪي ڏسون:

تنهنجي ڇهري تي وارن جي ڇانوَ آ
چڻ ڪا نانگن ڪارن جي ڇانوَ آ

هيٺين شعرن ۾ ادائيگي ۽ اظهار ڪيڏو نيارو ۽ نهوڙيندڙ آهي.

شال منهنجو ستارو تي پوي
تنهنجي پلي قسمت جهڙو
شربت وسريو نہ آهي "گل"
چپڙن جي شربت جهڙو

شاعري پاڻ ڳالهائيندي آهي. غزل جا ٻئي مٿيان بند، ننڍي بحر ۾ چند لفظن ۾ خيالن جي تمام گهڻي خوشبو ڦهلائين ٿا. گهڻي تڻي شاعري محبت جي مهڪ سان واسيل، عشق جي عالم جون وارتائون، وڇوڙن جي واءُ جي پن ڇڻ رت، سونهن جي ساراهہ جون تشبيهون آهن، پر مختصر شاعري اهڙي بہ آهي جنهن ۾ سماج جا ناسور، زماني ۾ ٿيندڙ زور آوريون، نڳيءَ جا ناهہ، ويساهہ گهاتيون، عقوبتون، ناانصافيون، بي واجبيون، مطلب پرستي، اهڙا ڪوڙ ٻيا موضوع بہ شاعر پنهنجي شعرن ۾ چٽيا آهن، جيئن:

اڄ جو زور زمانو آ، يار ۽ ياري ڪٿي آ؟
مطلب ڪان سواءِ دوستي دل واري ڪٿي آ؟

هن غزل جا ٻيا بہ سيئي بند اهڙي ئي عڪاسي ڪن ٿا، مثال طور هن غزل جا بند:



هتي پنهنجو پنهنجي جو ويري
سارو فڪر جو فسانو آيارو
وک وک تي رڳو ڪوڙ مقالون
نينهن هتڙي نيرانو آيارو
حرڪتون سڀ نفرت جهڙيون
بڻايو ويندو بهانو آيارو
ڇو مظلوم آهيٺو هميشہ
ظالم سدا توانو آيارو

يا وري هيئن تہ:

تلخ، تلوار رويا روز جا
اها زبان شربتي رهي ناهي
ڪيئن ڪنهن تي ڪجي يقين؟
رَوَش بہ عنايتي رهي ناهي

يا

اڪثر لڙڪ اگهياسين ٻين جا
اڄ ناهن لڙڪ اگهڻ وارا

يا

تڪيون ڪاتيون دنيا وارن جي هٿن ۾
قدم قدم تي ڪُسان تو ڏس

مٿين شعرن ۾ مجموعي طور تي آغا شير گل ڪجلين اکين، گلابي چپڙن، ريشمي زلفن وغيره کان هٽي ڪري سيني منفرد موضوعن کي منظر تي آندو، مٿين روئداد ۽ نوبتن کان ڪو بہ آجو نہ رهيو هوندو،

هر تخليقڪار پرايا سور پنهنجي سر تي وسائيندو آهي، ٻين جا درد پنهنجا سمجهندو آهي. مٿيان شعر، داخلي ۽ خارجي ٻنهين ڪيفيتن جي گواهي ڏين ٿا.

عشقيہ شاعريءَ مان مثالي شعر پيش ڪجن ٿا:

شال اهڙو هجين هميشہ
برڪا رُت بهار ماشاءَ الله
ساڻ سهلين سان سانئڻ
ڪونجن جي قطار ماشاءَ الله

❊

منهنجي محبت ۾ ڪو اثر بہ آهي يا نہ
پلا توکي منهنجي ڪا خبر بہ آهي يا نہ
مان تولئہ قران پيو فقير بڻجي
تنهنجي مون تي پوندي نظر بہ آهي يا نہ

❊

اڳي ايترو ڪڏهن ڪو نہ رنو هئس
اکڙين کي گهارو لڳو تنهنجي ڪري
فقير چيو، محبوب بنهہ مغرور اٿئي
جو ڳيءَ جو ڍارو لڳو تنهنجي ڪري

❊

نيڻن ۾ نَشا مرڪ ماکيءَ لار آهي
اهوئي تہ چوان پيو منهنجو يار آهي
چپ تو چوري، چنگ تا وچن



سندس هر بات ۾ ڪيڏو قرار آهي

❊

سندس پيار ۾ پنهنجائپ جون چوليون
ڳلي ۾ ٻانهن جا هار تہ ڏسو

❊

ٻارن وانگي روز رنو آ مون
تو ڪڏهن ڪو نہ پرچايو آ
دل چري کي دلاسا ڏئي
مون ويچاريءَ کي وندرايو آ

❊❊

ڪڏهن ڳراڻي پائي ڳلي نہ لاتئي
مون روز رنو آهي ننڍڙي ٻار وانگي

هي سمورا شعر نموني طور غزلن مان کنيا ويا آهن پر ڪي سچا سچا غزل ڏاڍا غضب جا آهن. سموري شاعري آهي تہ روايتي ريشم سان رونما، پر شاعري جون سموريون گهرجون گهٽي قدر پوريون ٿيل آهن، ها ڪٿي ڪٿي ڪي معمولي جهول محسوس ٿين ٿا. خوبيون ۽ خاميون ٻئي لازم ملزوم آهن. مڪمل ذات الله پاڪ جي آهي، باقي انسان ويچارو تہ اڌورو ئي الوداع ڪري وڃي ٿو. حرف آخر ڪير بہ ڪونهي.

هر تخليقڪار لاءِ ڪي شيون ايتريون اهم آهن، جيئن زنده رهڻ لاءِ هوا، پاڻي، روشني، گرمي، خوراڪ وغيره ضروري آهن، تيئن هڪ لکاري لاءِ مطالعو، مشاهدو بحث مباحثو وغيره ضروري آهن. آغا شير گل صاحب جو مشاهدو تہ وسيع آهي جيڪو ڪيترا ملڪ، ماڳ

مڪان، بندر بازاريون گهٽائي سان گهميو آهي. باقي بہ اهم شيون
مطالعو ۽ بحث مباحثي، مشاعرن ۽ پروگرامن ڏانهن گهڻ لڙيو آهي،
ڪتابن سان سندس تعلق بہ خاص آهي. سندس گهر جي لائبريري ۾ هر
موضوع جا ڪيترن ئي زبانن ۾ لکيل ڪتاب ڏاڍي اکير سان الـمارين ۾
سجايل آهن شايد پڙهڻ جي پياس گهڻ محسوس ڪئي اٿس. ارٿ ۽
ڪرنٽ ملڻ سان روشني ٿي پوي ٿي، ذات ۽ ڏانءَ جي ملڻ سان طاقتور
تخليقون جنم وٺن ٿيون.

آغا شير گل کي گذارش تہ پاڻ مطالعي جي مڌ مان ساغر ڀري
سُرڪيون ڀري، اڃان بہ خيالن جي ڪيپ جا نرالا نشا چڙهندا، اڃان بہ
شاعريءَ جا گلاب لاجواب ٽڙندا.

آغا صاحب جو هي غزل اهم آهي، جنهن کي ماءُ جي ممتا جو قدر
۽ احساس هوندو، يا جن جون جيجلون جدا ٿي ويون هونديون. هن غزل ۾
واهہ جو ماءُ جي ممتا جو اظهار ڪيل آهي. هتي فقط غزل جو مطلع پيش
ڪجي ٿو:

ماءُ جي ممتا پيار وسري ڪٿي ٿو
وڏو سايي جو سنسار وسري ڪٿي ٿو

غزلن کان سواءِ هن ڪتاب ۾ چؤسٽا، بيت، وايون، گيت ۽ نظم
پڻ آهن، هڪڙا صرف هڪ صنف کي جهلي ويهي رهندا آهن ڪي ڪوڙ
سارين صنفن تي طبع آزمائي ڪن ٿا. آغا شير گل ٿورائي ۾ ئي سهي پر
ڪافي صنفن تان ڦيرا ڏنا آهن. هڪڙي ڪوشش ڪئي آهي، اڄ جي
ڪوشش سڀاڻي جي ڪاميابي ثابت ٿيندي.

آغا صاحب جا ڪجهہ بيت هيٺ ڏجن ٿا:



تنهنجي قدم قدم تان صدقي ڪريان ساهہ
چمڪي منهنجو چاهہ، چوڏهين چنڊ جيئن

**

جتي تو ڪيو تورو منڙا آرام
گهٽيون توڙي گام، اُنا مينهن مهڪ جا

**

جتي جتي تو، وارن کي ويڙهيو
مون کي هو ميڙيو، سڳيءَ سان سُٽ جيئن

**

جتي جتي هلي تون، آيو هئين پاڻ
انهيءَ پيٽي پاڻ، سجدا پيو ڪريان

بيتن ۾ برابر جي بيت گيري سمايل آهي ان کان سواءِ نئين
موضوع سان نظارو ڏاڍو پيارو آهي.

آغا شيرگل پنهنجي ذات ۾ شال سرهاڻيون ورهائي، پنهنجي
ذات ۾ محبت، عزت، قربت، خدمت جو گل ٻڌجي ٽڙندو رهيو آهي، گل
پائرن سميت وفائن جي ونڊ ورهائيندو رهي. جُڳ جُڳ جيئي شال
جيئي.

**امين سومرو لاڪائي**

# پنهنجي پاران

مان نہ ڪو وڏو شاعر آهيان نہ وڏو اديب پر ’محبت جن جي من ۾ سي ميرا ڪين ٿين‘، سو ننڍپڻ کان ئي سٺين شين ۽ سٺن ماڻهن جو متلاشي، عاشق رهيو آهيان. انهن کي غور سان ڏسڻ، ٻڌڻ پسند ڪرڻ، دل لڳائڻ ۽ سير و تفريح جو شوقين رهيو آهيان. گوڙ گهمسان واري جڳهہ تان فراريت اختيار ڪري سڪونيت واري ماڳ مڪان تي وڃي آرام ڪندو آهيان، جنهن سان منهنجي بي چين روح کي فرحت ملندي آهي. ان ڪري خاموشي واري ماحول ۾ شاعري غور فڪر سان ٻڌڻ ۽ پڙهڻ منهنجي ننڍپڻ جو مشغلو رهيو آهي. فنون لطيفہ سان گهرو لڳاءُ رهيو آهي، ننڍپڻ ۾ ئي سچل سرمست، شاهہ عبداللطيف ڀٽائي، ريجهہ علي شاهہ، سيد چتن شاهہ بخاري، سيد حاجن شاهہ (بودلو شهنشاهہ) مهدي سائين جهانيان ۽ ٻين بزرگن جي ميلن ۾ منعقد ڪيل راڳ رنگ ۽ مشاعرن جون محفلن ۾ دوستن سان گڏ شرڪت ڪندو هئس. موسيقي، شعر و شاعري ٻڌڻ سان روح کي تسڪين اچي ويندي هئي. اڪثر ٽي وي ۽ ريڊيو تي ڪلام ٻڌندو هئس. حسن ۽ سونهن ۾ بہ سرسي هئي، منهنجي مٿان ڪيئي ڀنؤر فدا ٿيڻ لڳا. بابا سائين جي بہ منهنجي مٿان ڪڙي نظر هوندي هئي. ان وهيءَ ۾ عشق جي چوٽ جي اندر ۾ اهڙي تہ آگ لڳي ويئي جو پيار جي پاڻي ڏيڻ سان بہ ان ۾ شدت پئي پيدا ٿي، جنهن جي وسامڻ جي اميد نہ هئي. ڪنهن بي وفا صنم کي دل بہ ڏئي ويٺس، جنهن اندر ۾ اهڙي تہ اٿل پٿل ۽ پيڙا پيدا ڪئي، جنهن سان سوچ ۾ ولولو، جذبو، احساس ۽ نوان خيال پيدا ٿيا. مطالعي جو شوق



جاڳيو، ادب پڙهڻ جو موقعو مليو. اڄ بہ منهنجي گهر جو هڪڙو ڪمرو ڪتابن جي الماري سان سجايل آهي لکڻ پڙهڻ لاءِ هڪ ميز ۽ ڪرسيون رکيل آهن. گهر ۾ اسٽڊي سرڪل ۽ مطالعي لاءِ هڪ روم مخصوص ٿيل آهي. ائين لطيف، سچل، شيخ اياز، استاد بخاري ۽ ٻين شاعرن جي شاعري پڙهڻ لڳس. ايئن شاعري لکڻ جو بہ اُتساهہ مونکي اتان کان ئي مليو. انهيءَ سُتي سبب ڪچي ڦڪي شاعري پنن تي لکي، ڦاڙي ڇڏيندو هئس، تہ ڪڏهن وري محفوظ بہ ڪندو هئس. ڪيترو ئي مواد مون کان گم بہ ٿي ويو آهي نہ ملڻ جو ڏک بہ ٿئي ٿو پر پوءِ بہ ان سلسلي کي حال آهر جاري رکيو، گڏوگڏ سماجي خدمتون ۽ ادبي سرگرميون بہ جاري رکيم.

پرائمري ۽ سيڪنڊري تعليم راڻيپور مان حاصل ڪيم ۽ ايم ايس سي اسٽيٽسٽڪس ۽ ايم اي اردو ۽ ايم ايڊ شاهہ عبداللطيف يونيورسٽي خيرپور ميرس مان حاصل ڪيم، ان کانسواءِ ايم اي اڪنامڪس سنڌ يونيورسٽي ڄام شورو (حيدرآباد) مان ڪيم. پورو نالو آغا شير گل سرڪي آهي، پر ادبي نالو آغاگل ۽ تخلص ”گل“ رکيم. ان کان پهريان منهنجو تخلص پرواهہ ۽ وفا بہ رهيو هو، بهرحال هاڻي منهنجو تخلص ”گل“ آهي سيني ڀائرن جي نالن پٺيان ”گل“ لڳل آهي. ڀائيٽن جي نالن ۾ بہ ”گل“ آهي ۽ اهو هاڻي ”G 3“ نسل آهي.

مذهبي گهراڻي سان تعلق رهيو آهي پر تعليم واري ماحول ملڻ سبب طبيعت ۽ سوچ ۾ نمايان تبديلي اچڻ لڳي اعتدال پسندي، ترقي پسندي ۽ روشن خيالي جي سوچ مون مٿان حاوي ٿي. مون پنهنجي ذهن جي سهڻي نموني سان تربيت ڪئي آهي. والدين کان بہ بهتر تربيت مليل آهي، ابي ۽ امان محبت ڪرڻ، گڏ رهڻ سيکاريو، وڙهڻ نہ سيکاريو، نوڙت، نياز مندي، سخاوت، وڏڙن ۽ بزرگن جي عزت

ڪرڻ ۽ مهمان نوازي سيکاري. ڪيئن اٿجي؟ ڪيئن ويهجي؟ ڪيئن ڳالهائجي اهو سيکاريو. مذهبي تعليم ڏياري، اهو درس بہ ڏنائون تہ اميري (خوشحالي) ۾ بہ فقيري ۾ رهجي، وڏائي، تڪبر ۽ غرور کان پاسو ڪجي، تنهن ڪري ابو ۽ امان هڪبئي کي فقير ۽ فقيرياڻي ڪري سڏيندا هيا، ان ۾ خوشي محسوس ڪندا هيا. مون زندگي جو گهڻو وقت ابي ۽ امان سان گڏ گڏ گذاريو. مان وڏو پٽ بہ هئس ۽ دادلو پٽ بہ هئس، منهنجي هر ڳالهہ کي اهميت ڏيندا هيا. خاندان ۾ مرڪزي حيثيت سان مان جيڪو بہ فيصلو يا ڳالهہ ڪندو هئس ان کي اهميت ملندي هئي. جيئن شير ڪري يا چئي وس وارو آهي. مان خوش نصيب آهيان جو والدين پاران مونکي ايترو پيار، پريت مليو. اڄ امان ۽ بابا جيئرا ناهن پر پنهنجي ڪمري ۾ سامهون لڳل تصويرن کي ڏسي ياد ڪري روئي پوندو آهيان. مونکي ٻہ پيٽون ڇهہ ڀائر آهن. اڄ بہ اسان ۾ ساڳيو ئي قرب برقرار آهي ڀائر ڪيڏانهن بہ ويندا آهن، مونکان پڇي پيرن پئي اجازت وٺي پوءِ ويندا آهن يا ڪٿان موٽي ايندا آهن؟ تہ پهرين مونسان اچي ملندا آهن، منهن ڏيکاري پوءِ پنهنجي گهر ٻارن ڏانهن ويندا آهن. ڀائر بہ منهنجي مٿان سر ساهہ ڏيندا آهن. اها ئي والدين جي ڏنل تربيت آهي برادري بہ وڏو سمجهندي آهي، دوست بہ وڏو سمجهندا آهن. گهڻو وقت دوستن سان گڏ گذارڻ ۽ گهمڻ ۾ گذري ٿو. هن لحاظ کان خوشنصيب آهيان جو مونکي دوستن ۽ ڀائرن کان بي انتها محبتون مليون آهن، سندن قرض لاهي نٿو سگهان. پڙهائي، نوڪري، دولت، شادي، اولاد، سهولتون، خواهشون ۽ خوشيون سڀ شيون حاصل ٿيون آهن. زندگي مان مطمئن آهيان، جنهن لاءِ رب جو شڪر ادا ڪريان ٿو.

مونکي چالاڪيون ۽ سازشون ڪرڻ ڪونہ ٿيون اچن، نہ ئي ڪنهن کان سکيو آهيان نہ ئي اهڙي سنگت ۽ صحبت کي پسند ڪندو



آهيان. اهڙي عمل کان چِڙ ۽ نفرت ٿيندي آهي. سوال اٿاريندو آهيان؟ پنهنجي پاڻ کان بہ پڇندو آهيان؟ ماڻهو ايئن ڇو ٿا ڪن؟ اهڙيون حرڪتون ۽ شرارتون ڇو ٿا ڪن؟ ڇئن شين سان نفرت رهي آهي منافقت، ٺڳي، بدمعاشي ۽ بناوت.

زندگي جي مقصد کي سمجهي ذميوار فرد طور پنهنجا فرائض احسن طريقي، سچائي ۽ ايمانداري سان نڀايا اٿم (نوڪري ٽڪائي وڏو هو پر هاڻي تعليم کاتي مان اسسٽنٽ پروفيسر جي عهدي تان رٽائرڊ ٿيو آهيان، گهڻو وقت گذري ويو آهي) دل ۽ نيت صاف رکي اٿم پر پوءِ بہ انسان آهيان، خطا جو گهر آهيان.

مون ڪڏهن بہ ڪنهن کي نقصان ڏيڻ لاءِ نہ سوچيو آهي، مون سدائين ڪنهن کي فائدي ڏيڻ لاءِ ئي سوچيو هوندو، مون ڪوڙ ڳالهايو هوندو تہ ان ۾ بہ ٻين جو ڀلو ۽ فائدو سمجهي ڳالهايو هوندو، ڪنهن کي ڏکويو نہ هوندو ڪنهن جي دل آزاري نہ ڪئي هوندي. دولاب، دوکا، ٺڳي ۽ بدمعاشي نہ ڪئي آهي. خدا جو خوف دل ۾ رکان ٿو، جيترو ٿي سگهيو آهي ٻين کي ڪم اچڻ ۽ ٻين سان بهتر سلوڪ روا رکيو آهي. دوست ئي ان باري ۾ وڌيڪ ڄاڻن ٿا ۽ ٻڌائي سگهن ٿا.

حساس دل رکندڙ آهيان. ڪڏهن ڪڏهن ڳالهہ پسند نہ ايندي آهي تہ پاڻ کي ڪمري ۾ بند بہ ڪري ڇڏيندو آهيان. گهران ٻاهر نہ نڪرندو آهيان، جيستائين ذهني ڪيفيت حاوي هوندي، ايستائين ايئن ڪندو آهيان. پنهنجو پاڻ کي تڪليف جي امتحان ۽ پيڙا مان گذاريندو آهيان، پوءِ جڏهن طبيعت بهتر ٿيندي آهي تہ اڳلي کي ڇوندو بہ ناهيان. راڌيپور ۾ وڌندڙ بدامني ۽ قبيلائي تڪرارن سبب جاني ۽ مالي نقصان کان خاندان کي بچائڻ خاطر ۽ ٻارن کي سٺي تعليم ۽ تربيت ڏيارڻ خاطر ڀائرن سميت هجرت کي ترجيح ڏنم. پوءِ جيئن ئي

حالتون بهتر ٿيون تہ ننڍي ڀاءُ ڊاڪٽر حسين گل سرڪي کي بابا حاجي رب‌نواز ميموريل هاسپيٽل جي نالي سان اسپتال ٺهرائي ڏنم، جتي پاڻ گهٽ في تي بيمار غريب مريضن جي خدمت ڪري رهيو آهي. اڌ خاندان راڻيپور ۾ ۽ ڪجهہ خاندان ايبٽ آباد ڪي پي ڪي ۾ رهي ٿو.

هجرت دوران گلشن حديد ۾ منهنجي ويجهڙائپ ادا فيروز گل جي معرفت ادا عبدالڪريم سومرو سان ٿي، جيڪو پڻ دڙي کان هجرت ڪري گلشن حديد پهتو هو. پهرين ملاقات جيڪا منهنجي گهر جي اوطاق آغا هائوس ۾ ٿي هئي ان دوران ادا فيروز گل، عبدالڪريم سومرو ڏانهن مخاطب ٿي چوڻ لڳو تہ مونکي لڳي ٿو ادا مون کان هي دوست کسي ويندو ڇو تہ اوهين ٻئي هڪڙي ئي فيلڊ جا ماڻهو آهيو، هم خيال آهيو، ٿيو بہ ايئن ئي.

سائين جن اسان گل ڀائرن جو مداح آهي، اسان ڀائرن جي محبت تي جيڪي ڪجهہ لکيو اهو موبائل فون ۾ محفوظ ڪرڻ لڳس ۽ سائين جن کان وقت بہ وقت ڪچهرين ۽ سفر دوران سکڻ ۽ پرکڻ جو موقعو مليو. ٻيو تہ منهنجي طبيعت اها رهي آهي تہ مان هرڪنهن کان سکڻ جي تمنا رکان ٿو، پوءِ ٿوري وقت بعد سائين پنهنجي ڳوٺائي ۽ مائٽ سنڌ جي پلوڙ شاعر، علم دوست ۽ ادب دوست امين سومري سان ملايو. امين سومرو بہ اسان گلن جو مداح ٿي ويو. ان مهربان بہ منهنجي شاعري جي ڪافي اصلاح ڪئي، قصو مختصر تہ هنن ٻنهي دوستن مون کي ڪتاب ڇپرائڻ لاءِ زور ڀريو، آماده ڪيو، همت افزائي، محنت ۽ سهڪار ڪيو. جنهن تي مون بہ حامي ڀري، منهنجي خواب ۽ خيال ۾ ڪونہ هو تہ مان ڪو شاعري جو مجموعو ڇپرائي سگهندس. مان ٻنهي دوستن ڀاءُ امين ۽ ڀاءُ عبدالڪريم جو بيحد ٿورائتو آهيان. ڪتاب ڇپرائڻ جو ڪريڊٽ منهنجي محسن ۽ محبوب دوستن امين سومري ۽



عبدالڪريم سومري ڏانهن وڃي ٿو، مان سندس احسانمند رهندس. مان ٿورائتو اسلم ڪتياڻ جو بہ آهيان جنهن هي شاعري جو مجموعو "پيار جا گل" پنهنجي اداري جي طرفان ڇپرائي پڌرو ڪيو آهي. ٻين سڄڻ سهڻن دوستن ادا "راز" علي گل پتو، ادا غلام سرور ميمڻ، زين سولنگي، مختيار چني، سيف الله پليجي، فقير عبدالمجيد ملاح، قربان علي ميمڻ، منظور اڄڻ صاحب، گل حسن چانڊيي (گل انقلابي) ايوب لاڙڪ جو بہ ٿورائتو آهيان جن منهنجي همت افزائي ڪئي ۽ منهنجي شاعري تي تفصيل سان لکيو آهي، پنهنجن مهربان ۽ قدردان دوستن جا وڏا وڙ ۽ احسان جن مون ناچيز ماڻهو بابت پنهنجا ويچار ونڊيا آهن، سندن لفظ منهنجي لاءِ وڏو اعزاز آهن.

بهرحال زندگي جون گهڙيون يادگيريون قصا ۽ ڪهاڻيون آهن، قلم، وقت ۽ دوستن جو ساٿ، سهڪار رهيو، زندگي رهي تہ ضرور لکبو ۽ ڇپرائي دوستن تائين پهچائبو.

هي ڪتاب منهنجي پهرين وک آهي، ممڪن آهي تہ شعوري ۽ لاشعوري طور ان ۾ ڪيترين ئي ڪوتاهيون ۽ غلطيون رهجي ويون هجن، ان ڏس ۾ اوهان پڙهندڙ دوست پنهنجن راين ۽ صلاحن وسيلي انهن جي نشاندهي ڪندؤ تہ پنهنجي اصلاح پائيندس ۽ اوهان جو ٿورائتو رهندس.

ٿورا نہ ٿورا، مون تي ماروئڙن جا

اوهان جو خادم

**آغا شير گل سرڪي**

**گلشن حديد**

**0300119344**

# رُت بهار جي ٽڙيل گل سان گفتگو

گلشن حديد ۾ سرڪي پائرن سان خوبصورت يادگار لمحا گذريا آهن، روزاني جي بنياد تي ماما عبدالستار سولنگي، سيف الله پليجو، گل حسن چانڊيو ۽ مان روز هن جي گهر جي گرم گرم ماني ٻنپهرن جو يا رات جو گڏجي کائيندا آهيون. آغا هائوس ۾ سرڪي هائوس تي هر وقت دوستن يارن مٽن مائٽن جا ميلا متل هوندا آهن. ڪڏهن ڪڏهن روز روز وڃڻ نہ ٿيندو آهي، ذاتي مصروفيتن سبب ملڻ ۾ ڏينهن جي وٿي پئجي ويندي آهي تہ، پوءِ فون تي دل جي فيصلن جون ميارون بہ ٻڌڻ جوڳيون هونديون آهن، پنهنجي گاڏي موڪلي گهرائي بہ وٺندا آهن، اها سندن بي لوث محبت ۽ پيار جي پرک آهي.

ادا فيروز گل جي مديني شريف کان واپسي هجي يا وري راڻيپور کان ڊاڪٽر حسين گل سرڪي جي اچڻ جي خبر پوي، دوست پاٽمرادو اچي گڏ ٿيندا آهن. گلن جي خوشبوءِ سان محفل جي رونق ۾ اڃان بہ وڌيڪ رنگيني پيدا ٿي پوندي آهي. سرڪي پائر اهڙي محبتي مٽي جا ڳوهيل آهن جو ڪنهن سان بہ دغا، ڪوڙ، ٺڳي، دوکو، بي وفائي ڪرڻ چاهين تڏهن بہ ڪري نٿا سگهن. فراخ دل آهن، ان ڪري سازشن جو شڪار ٿي وڃن ٿا. دوستي، مائٽي ۾ ڪو دغا، دوکو، فريب ڪري ٺڳي بہ ويندو آهي تہ، معاف ڪري ڇڏيندا آهن. بدلي وٺڻ، منافقي ڪرڻ جي سُتي ئي مليل ناهي. ڏاڍا قربائتا مهمان نواز ماڻهو آهن، سندن تڏي تي مهمان بکيو يا هٿين خالي موٽي وڃي، هن خاندان لاءِ عيب آهي، ڪڏهن ايئن ٿيو تہ ناهي، سنا ميزبان آهن. پاڻ ڪٿي مهمان ٿي وڃن ٿا



تہ سوڪڙيون پاڪڙيون مٺائي فروٽ ڪٽي ويندا آهن، هٿين خالي نہ ويندا آهن، اها هنن پائرن جي خانداني روايت رهي آهي. امن پسند محبت ڪندڙ، بي لوث خدمتون ڪندڙ ۽ عزتون ڏيندڙ آهن. سندن محبت جو ڪاٽو ڳڻڻ ۽ وزن ڪان وڏو آهي. پنهنجي پيءُ جي ڏنل واٽ، محبت، تربيت، هدايتن، نصيحتن تي عمل ڪن ٿا. ڪين ايئن ٿو لڳي تہ بابا جيئرو جاڳندو ويٺو آهي، پڇاڙو ڪندو؟ هر وقت ڪين اهو ڊپ ۽ ڊاءُ دل ۾ ويٺل هوندو آهي، اهڙو ڪو غلط عمل نٿا ڪن متان بابا سائين جو روح زخمي ٿئي، رنج ٿئي يا ماڻهو چون يا سوچين زوار جا پُٽ ايئن ٿا ڪن. ڪير بابا لاءِ اهڙا لفظ بہ چو چوي؟ پنهنجي پيءُ جا فرمانبردار سلڇڻا پُٽ آهن، تنهن ڪري خراب عمل ۽ حرڪت ڪان پاسو ٿا ڪن. والدين سان اُتم درجي جي محبت ۽ عقيدت اٿن، انهن جي نقش قدم تي هلن ٿا، مونکي سڀ پائر ڏاڍو پائيندا آهن، خاص خيال رکندا آهن، مونسان هنن جي غير مشروط محبت جو ڪو ڇيهُ ئي ڪونهي گهاٽي ٻڙ جي ڇانءُ وانگر آهن. هنن جون مونسان جيءُ جون جَڙون جُڙيل آهن. مونکي پنهنجي پيرن تي بيهارڻ ۾ مددگار ثابت ٿيا آهن. مون تي هنن پائرن جا لکين احسان آهن جيڪي آئون ڳائيندو رهندس.

اڄ شاعري جي ڪتاب جي حوالي سان آغا شير گل سرڪي جو ذڪر ڪرڻ چاهيان ٿو. هن گل جي خوشبو جي سڃاڻپ پنهنجي منفرد ۽ نرالي آهي، جنهن جي سُڳنڌ ۽ سرهاڻ سڄي سنسار کي سُرهو بنائي ڇڏيندي آهي. ڪٿي بہ هجون؟ ڪيترن بہ ڪمن ڪارن ۾ مصروف هجون؟ پر گل جي خوشبوءِ جي ڪشش جي سواري ڇڪي ڪٽي اچي ٿي، بنا ڪنهن رنڊڪ رڪاوٽ جي سڌو آغا هائوس تي پهچائي ٿي. خوشبو جي ڪشش ملائي ٿي، خوشبو جو ڪمال جمال آهي، هر هڪ کي

دل و جان سان مان محبت ڏيڻ جو ڏانءُ ڪو هن کان سکي. سموري سنگت ساڻ سان سندس محبت رومانوي داستان وانگر رهي آهي. پنهنجو سمجهڻ ٻين لاءِ همدردي احساس رکندڙ، ذات، رنگ نسل ۽ ننڍ وڏائي جو فرق نٿو رکي، حساس دل ۽ زنده دل انسان آهي. سندس نهار ۽ گفتار ۾ جادو جهڙو اثر آهي. نظم ضبط اصولن ۽ خودداري سان زندگي گذاري ٿو. دل جي بادشاهہ نما فقير صفت، مومن فهميدو ۽ فضيلت پريو لحاظي ماڻهو آهي. هر ماڻهو سان عاجزي نيازمندي سان اٿي ويهي، پنهنجائپ ۽ پيار سان ڀاڪر پائي ڪلي ڪيڪاري مرڪندي ملڻ سان ڪيس ڏاڍي خوشي حاصل ٿيندي آهي. پنهنجي ڪرڻ جو ڪمال اٿس سندس (Gene) رت ۾ اها شئي شامل آهي. ٺاٺ باٺ شوبازي کان بلڪل پري آهي. سادگي ۽ صفائي پسند خوش اخلاقي ۽ خوش لباسي پسند آهي. گلشن ۾ موتئي جهڙو گل آهي. صبح جي تازگي جهڙو سدا بهار لڳي ٿو، مثبت سوچ رکندڙ آهي. سونهن سوڀيا جو ديوانو آهي، سونهن کي سجدو سندس ڪمزوري (مجبوري) آهي. دل جي اک سان ڏسي ٿو پڙهڻ کان وڌيڪ ڪڙهيو آهي، مطالعي کان وڌيڪ مشاهدي جو شوقين رهيو آهي. مشاهدي جي حس تيز آهي، رول ماڻهن وانگر رولاڪيون ڪيون آهن، بي چين رولاڪ روح جيان راحت جي ڳولا ۾ ڀٽڪندو رهيو آهي.

ڪهڙي راهہ وٺان وڻ هجن ڇانءِ هجي
ڏاڍو رُليس، ڪٿي مليو ڳسُ نه آ

❊



هر گهاوَ آ گهرو گل
ڏڪايل آهي منهنجي دل.

نفسياتي ماهر آهي، پاڻ مثالي استاد، خوبصورت خيالن جو شاعر ۽ مضمون نگار آهن. پنهنجي ذات ۾ سچو ۽ کرو انسان آهي، دوستن سان اختلاف بہ رکندو آهي، پسند ۽ ناپسند جو کليل نموني سان اظهار ڪندو آهي، جيڪا ڳالهہ نہ وڻندي آهي، دل ۾ سانڍي نہ رکندو آهي، منهن تي وڏي واڪي چئي ڏيندو آهي، رک رکاءُ نہ ڪندو آهي، شخصيت ۽ سڀاءُ ۾ گرم تتو مزاج جو ذائقو آهي، ڪنهن کي ڪجهہ چئي ڏئي دل ۾ نہ ڪندا آهن، چئي ڏيڻ جو پروانو مليل آهي، ڀائر ۽ دوست محبوب مزاج کي سمجهي ويا آهن. ٻين سان تہ نهيو ڪڏهن ڪڏهن پنهنجي پاڻ سان بہ ٺيڪ ٺاڪ وڙهندو مزاحمت ڪندو آهي. ناٺاهہ هوندو آهي، دوست مجبوري يا ڪمزوري آهي، وقتي طور ناتا ٽوڙي ليڪو ڪڍي ڇڏيندو آهي، وري جوڙڻ، ڳنڍڻ ۾ بہ دير نہ ڪندو آهي، عجيب انداز سان، رشتا ناتا بہ نڀائيندو آهي من مندر ۾ ايترو نازڪ نفيس ڪونئرو ۽ معصوم بہ آهي. هر لحاظ کان خوشنصيب آهي، ڀائر، پٽ پائيتا، سمورو خاندان جيءُ حضوري خدمت ۾ حاضر هوندو آهي، رڳو سڏ ڪري چوي يا فون ڪري چوي هر شي خدمت ۾ ميز تي يا هٿ ۾ حاضر. هن جا لفظ حڪم آهن، ڀلي ڪيترو بہ خرچ ٿئي، نفعي يا نقصان کي ڀائر نہ ڏسندا آهن، هي ڪم ايئن ڪرڻو آهي بس اهو ٿي ويو. ڀاڀي کي خبر پوي اوطاق ۾ ڪيترا مهمان آيا آهن. منٽن اندر ڀاٽي چانهہ ۽ ماني پهچي ويندي آهي، ايترو سارو طعام ڪيئن تيار ٿي ٽائيم تي پهچي ويو، گهر ۾ ڪا شي ڪٽي بہ نٿي،

ايترو ان جو اثر، ڏيڍيو ۽ ڏاڍو آهي، گهر، ٻار ۽ مرد کي ناهڻ، سينگارڻ واري عورت آهي. ڪامياب مرد جي پٺيان ڪامياب عورت جو هٿ آهي، پاڻ خوشنصيب آهي. سگهڙ، ذهين، قابل باعمل،اعليٰ قدرن واري جيون ساٿي حور پري جيئري ئي هن دنيا ۾ ملي ويئي آهي. ٻنان گهرڻ ۽ چوڻ جي سمجهي وجي ۽ اڳ ۾ ئي شيون مهيا ٿي وڃن، ٻک لڳي ته ماني ڏئي، اڃ لڳي ته پاڻي ڏئي، سندس ڀاڳ ڀلارا آهن.

گلن کي گهاوَ ڏيندڙ به گهڻا آهن ته، ساهه ڏيندڙ پرستار به گهڻا آهن. پرک ۽ پروڙ ڪجي ته، هڪ بهترين انسان آهي. انسان جو انسان ٿيڻ ڳالهه وڏي آهي. شير گل سرڪي سنڌ ڌرتي جي شهر سچل جي نگري راڻيپور جي زرخيز مٽي مان زوار ربنواز سرڪي جي گهر ۾ پيدا ٿي هڪ سَرهو ۽ سُرهو گل ڦٽي اڱڻ تي ٽڙيو آهي. سندس امڙ ايبٽ آباد جي جدون خاندان جي آهي. اڪثر ساڻس مهل موقعي تي يا فرصت جي دوران شاعري جي موضوع متعلق بحث مباحثو ۽ خيالن جي ڏي وٺ ٿيندي رهندي آهي.

شاعر ۽ شاعري ڇا آهي؟

سٺي شاعر ۽ سٺي شاعري ۾ ڪهڙيون خوبيون هجڻ گهرجن؟

وٽس شاعري جا خوبصورت تصور، خيال، ماپا ۽ معيار ڪهڙا آهن؟

ڇاڻ ۽ مطالعو ڪيترو ٿيل آهي، اظهار مان ئي معلوم ٿئي ٿو، سمورو سنسار شاعري آهي.

شاعري ڏات آهي، شاعري الهام آهي، شاعري سيني علمن جي ماءُ آهي، شاعري ڪيفيتن جو اظهار آهي، شاعري شعور آهي، شعور



چوٿين اک آهي، شاعري ۾ نيون راهون، نوان رستا کلن ٿا، شاعري ۾ لفظن کي نيون، نيون معنائون، نوان نوان محاورا، نوان، نوان لفظ ملن ٿا. نيون تشبيهون، نوان استعارا ۽ ڪنواريون سٽون ٺهن ٿيون.

شاعري جي دنيا دل آهي، شاعري هڪ دل کان ٻي دل تائين جو سنگين سفر آهي، شاعري دل جي ترجمان آهي، شاعري سواءِ عاشقي اڌوري آهي، شاعري ٻن دلين جي رابطي جو، ڳانڍاپو جو، اظهار جو ذريعو آهي، جسم ۽ روح کي متحرڪ رکي محبت ارپنا وفا سيڪاري ٿي

شاعري سونهن کي جماليات ارپي ٿي.

شاعري ڪائنات جي حسن جي تعريف آهي، شاعري مقصد منزل آهي:

شاعري روئي ٿي،
شاعري روئاري ٿي،
شاعري کلي ٿي،
شاعري کلائي ٿي،
شاعري نچي ٿي،
شاعري کل ۾ کيري به آهي،
شاعري ڏک ۾ ڏکاري به آهي، شاعري احتجاج به آهي،
شاعري مزاحمت آهي،
شاعري بغاوت آهي،
شاعري نجات به آهي،
شاعري محبت به آهي،
شاعري نفرت آهي،

شاعري علم آهي،

شاعري عقل آهي،

شاعري عمل آهي،

شاعري مصوري آهي،

شاعري رقص آهي،

شاعري صدا آهي،

شاعري مسيحا آهي، ڏکن ۽ دردن کي دور ڪري ٿي. شاعري غير متحرڪ جسم کي جوش ڏياري ولولو پيدا ڪري ٿي، دل ۽ ذهن ان عمل ۾ گڏگڏ رهن ٿا، جنهن سان هڪ نئين نڪور دنيا آباد ٿئي ٿي.

شاعري فڪر جي نمائندگي ڪري ٿي، شاعري ۾ وطن ۽ قوم جي جذبي جي ڳالهه سمايل هجي ٿي، شاعري انقلابي،نظرياتي، مزاحمتي هجي ٿي، شاعري ۾ تاريخي واقعا بيان ٿيل هجن ٿا.

شاعري مظلوم جي درد ڀري دانهن، زبان آهي، ان جي اندر جو سگهارو آواز آهي، اندر مان ڪير ٻولي ٿو، شاعر خدا جا شاگرد آهن.

شاعري ۾ درد احساس ڏات، ڏانءُ، فن فڪر، خيالن جي گهرائپ، منظر نگاري هجي، ڪنهن جي ڇمچاگيري، چاپلوسي، ڪنهن جي مان، شان ۾ قصيدو نه هجي.

شاعري ۾ محاورا، استعارا، تشبيهون، تمثيلون، تجنيسون هجن.

شاعري ۾ شعور، سجاڳي، جاڳرتا، اُتساهه، پرچار، پيغام هجي.

شعر اهڙا لکجن جنهن جي پڙهڻ ۽ ٻڌڻ سان ماڻهو نعرا هڻن، پنهنجي حقن جي حاصلات لاءِ گڏ اٿي پون، هوشو واري للڪار بڻجي، جابر حاڪم لاءِ تلوار بڻجي پون.



شاعري، ستل ذهنن ۽ دلين جي تن جي تندن کي تپائي، گرمائي جهنجوڙي جاڳائي

شاعري جي روح کي گرمائي ٿي

منزل مقصود کي پائي ٿي

شاعري ۾ تاريخي واقعا بيان ٿيل هجن، انقلابي، نظرياتي ۽ مزاحمتي شاعري هجي.

شاعري اهڙي هجي جيڪا نظم، ضبط جي پابندي سان جسم ۽ ذهن کي الرٽ رکي ذهني حرڪتن ۽ غلط عمل کي روڪي.

شاعر کي ٻولي جي گهاڙيتي، بحر وزن ۽ ماترائن جي پوري ريت ڄاڻ هجي، مختلف موضوعن تي طبع آزمائي هجي.

شاعر جو مشاهدو، تجربو، مطالعو ۽ موضوع جي چونڊ سٺي هجي وقت، ماحول ۽ حالتن پٽاندڙ ڳالهه کي بهتر انداز ۾ پيش ڪرڻ جي فن ۾ مهارت رکي شاعر بي زبان کي زبان ڏئي ٿو، شاعر مظلوم ۽ محڪوم قومن جا ترجمان آهن، شاعر پنهنجي تخليق ذريعي قوم جي رهبري، رهنمائي ڪن ٿا. شاعر جي اندر جو حسن سهڻو، شاهوڪار آهي. شاعرن جي دنيا عجيب دنيا آهي، اندر جي آباد دنيا کي سهڻو سيبتو سگهارو بنائي دل ۽ ذهن کي پاڪ صاف رکي ٿو. اندر ۾ ڪيترا ڪنل هوندا آهن پر، مايوس ۽ نااميد نظر نه ايندا آهن، ڀلي انهن سان اندر ۾ ڪيتريون وارداتون اٿل پٿل ٿينديون هجن، پر دنيا کي نه ٻڌائيندا، ڏيکاريندا آهن. اهو ان جي اندر جو حسن ڪمال آهي.

آغا شير گل سرڪي جي شاعري آڳاٽي آهي تقريبن ٽيهه، چاليهه سال پراڻي (پوڙهي) اسي، نوي ڪان ٻه هزار پنج واري ڏهاڪي جي آهي. جڏهن اجان پاڻ سرڪاري ملازم ئي مس ٿيو هو هاڻ ته نوڪري تان به

رٽائرڊ ٿي ويو آهي هاڻي تہ حالتون تبديل ٿي ويون آهن، قدر ئي بدلجي ويا آهن. وقت تي چيچي ها تہ بهتر ٿئي ها پر 'دير آيد درست آيد' ڪيس صلاح ڏنيسين تہ شاعري جا پنا ايئن پيا خراب ٿين لڪيل مواد تخليق ڪي ضايع نہ ڪجي. ان ۾ ٻيهر نظرثاني ۽ اصلاح ڪري نئين سر گهڙي ضروري مواد ڪي چيرائجي. شاعري جي دنيا ۾ پنهنجي منفرد حيثيت جي سڃاڻپ سان پنهنجو نالو ڪمائجي. سائين امين سومرو ۽ منهنجي بيحد اسرار ۽ همٿائڻ تي آغا شير گل سندرو ٻڌي تيار ٿي راضي ٿيو. ايئن ڪرڻ سان سندس قلم ۾ وڌيڪ قوت ۽ پختگي پيدا ٿي آهي. شاعري بہ جيتري درد ۽ پيڙا جي عملن مان گذري ٿي، اوتري لاياٿي ۽ اثرائتي ٿئي ٿي. عمر، دور ۽ وقت جي تقاضا سان پروان چڙهي ٿي. ڳالهہ وقت جي آهي، جواني ديواني جي آهي، عشق هاڻي ڪجي ڪنهن سان جيءُ جو جانان نہ رهيو، هاڻي شاعري ڪرڻ ڇڏي ڏني آهي، هاڻي نثر لکي ٿو. سندس شاعري جو مجموعو "پيار جا گل" منهنجي مطالعي مان گذريو آهي. منفرد انداز ۾ اندر جي اڻ تڻ آنڌ، مانڌ کي لفظن جي روپ سان خوبصورت احساس جذبا، ڪيفيتون بيان ڪندي حمد، نعت، غزل، گيت، نظم، بيت، وايون، چؤسٽا جيڪي تخيل ۽ وزن جي لحاظ کان بهتر ٿا لڳن. شاعري جي هر صنف تي تجربا ڪيا آهن. ثابت ڪيو آهي پاڻ هڪ سٺو شاعر آهي، سندس شاعري ۾ مونکي غزل سٺا لڳا آهن، جنهن جي اظهار جو انداز بہ اثرائتو خيالن ۾ پختگي رواني تسلسل، موسيقي لفظن کي درست جاءِ تي رکي نئين معنائن جي موتين سان اندلٺ جا رنگ پيري، محبوب جي نازن، نخرن، اندازن، روپن کي سهٽن، سادن لفظن ۾ تشبيهون ڏئي، ڪائنات جي حسن سونهن، عورت کي ساراهي ٿو. جمالياتي حسن جو شيدائي بڻجي، جمالياتي منزل ماڻڻ لاءِ



پر اميدي ڏيکاري ٿو. دوستن جي نامناسب روين ۽ روپن، ڏکن دردن بي وفائي جو ردعمل بہ ڏيکاري ٿو.

آغا جي شاعري جي مطالعي مان معلوم ٿيو آهي تہ سندس شاعري عورت جي ثناءِ، تعريف تي مشتمل آهي، ماءُ جي هنج پهرين تربيت گاه آهي. وفا شعار زال گهر ڏياٽي جي ثناءِ، تعريف، عشق جي قلندر عورت، پنهنجي محبوبہ جي تعريف، تون ۽ مان، عاشق ۽ معشوق هڪ الڳ جهان خوبصورت دنيا ۾ پيار جي زندگي گذارڻ چاهي ٿو پر ساڙيلي دنيا ڪٿي ٿي ٻن پيار ڪندڙ دلين کي ڳنڍجڻ ۽ هڪ ٿيڻ ڏئي؟ ڪٿي ٿي جيئڻ، سک سان ساهہ کڻڻ ڏئي؟ ڪٿي ٿي ٻنهي پريمن کي برداشت ڪري پنهنجا ۽ پراوا سازشون، مڪاريون ڪري قيامت برپا ٿا ڪن، جيئڻ جنجال ٿا، ڪن دشمن ٿي ٿا پون، آسون ۽ اميدون گهايل ٿي سپنا اڻ پورا ٿي ٿا وڃن. وک وک تي ڪنڊن جا زهريلا چار وڇايا ٿا وڃن، شل پيار ڪندي ڪنهن کي ڏسي نہ وٺي، خبر ناهي ڪٿي اک جون ڪئمرائون لڳائي کهڙن ڪنڊن پاسن تي لڪيل هوندا آهن، انڌن جون اونداهيءَ ۾ ايئن نظرون پون ٿيون، نظرون پيار ڪندڙن ڏانهن ڪتل هونديون آهن، ڏسون ٿا چا ٿا ڪن؟ ڏسڻ سان سندس بدن ۾ باهہ وٺي وڃي ٿي. پوءِ ڪات ڪهاڙا تڪا ٿي ٿا وڃن. مڙس ڪاسائي جي ور چڙهي ٿا وڃن. جتي بچڻ ۽ بچائڻ ڏاڍو مشڪل آهي. پيار وارن جو حشر نشر ڏاڍو خراب ٿيو آهي. ظالم دنيا ۾ پيار ڪرڻ جهڙي سزا ٻي ڪا سزا ئي ناهي قيامت ۾ بہ اهڙي سزا نہ هوندي، جهڙي پيار ۾ سزا ڀوڳڻي ٿي پوي.

سنيالي سنيالي قدم کڻنا آهن. ڳالهہ زماني جي آهي، زماني جا ماٺهو ئي پيار تي گهيرا ڪري پهرا ٿا ڏين. جڏهن ٻن چاهيندڙ دلين جو

پاڻ ۾ پيار آهي تہ زماني جي نظرن ۾ ماڻهن جيئڻ نہ ڏنو آهي ڇا پيار ڪرڻ گناهہ ۾ شامل آهي، پيار جسم ۾ روح ۽ پنهي جي خوشي جي خوبصورت خوراڪ آهي، پيار آهي ئي اظهار. اظهار تہ ڪليل نموني سان ٿيندو آهي، ان تي پابندي ڇا جي؟ زوري چوري پيار نہ ٿيندو آهي يا پيار لڪي ڪين سگهندو آهي. زماني ڪان پرچار هلي پئي، پر اسان ان ڏس، عمل ۾ شعور برپا ڪري نہ سگهيا آهيون، اڃان ان کي ٻئي سينس ۾ ڪٽي اصل شئي تان ڌيان هٽايون ٿا. اسين ان تصور خيال کي ڪيئن نقطي نظر ۽ نظرين ۾ غلط قرار ڏيون ٿا يا اڃان ان خيال کي پوري ريت سمجهي نہ سگهيا آهيون، اڃان بہ قربانين جي ضرورت آهي، رهون تہ جديد دنيا ۾ ٿا. شاعر محبت جو سماج اڏڻ چاهي ٿو، جتي محبت آهي اتي نفرت جو ٻج نہ ڇٽڻ گهرجي، ساڳئي طرح سماج ۾ سٺيون شيون جنهن سان بيحد پيار ڪريون ٿا، ان ۾ ئي ملاوت جو زهر ملائي ماڪي جهڙي ذائقي ۾ زهر ملائي ٿا ڇڏيون. پنهنجون سڀ سٺايون نيڪيون ڇڳايون پاڻ ئي پنهنجي زبان جي عمل سان نفرت ۾ بدلائي ٿا ڇڏيون. دوست کي دشمن بنائي ٿا ڇڏيون.

هي غزل فني ۽ فڪري لحاظ ڪان غضب جو غزل آهي، خيالن ۾ گهرائپ سان گڏ سوچڻ جو انداز ۽ رنگ بہ نرالو آهي:

ڪندي پيار ڪنهن جي نظر نہ پوي
متان ڪو بَرپا ٿي قهر نہ پوي
چوري، زوري پيار نہ ٿيندو آ
عشق تي ڪو بُرو اثر نہ پوي
محبت جي منڙي ماڪيءَ ۾ شل
ڪڏهن نفرت جو ملي زهر نہ پوي



هاٽي برسات بند ٿئي، سنو ٿئي
ڪچو ڪنهنجو ڪري گهر نہ پوي
اڄ وچڻ ۾ ڏاڍي دير ٿي آ "گُل"
رڳو بند ٿي هن جو در نہ پوي

ساڳئي غزل جي بند ۾ طبقاتي ڳالهہ ڏانهن متوجهہ ٿي مخاطب ٿئي ٿو. وفا ناٿن شاهي جي خيال جي اپٽاڙ ڪئي آهي، ان خيال کي ڪيئن ڪهڙي انداز سان اتاريو آهي، ڀيٽ ڪريون ٿا ڪيئن خيال پاڻ ۾ ملن جلن ٿا رڳو انداز بيان الڳ الڳ آهي، سادن لفظن ۾ تخيل جي اڏام ڪمال جي آهي.

اي جهرڪين جا خدا بازن کي پر نہ ڏي
بند ڪر برسات کي يا ڪچا گهر نہ ڏي
وفا ناٿن شاهي

*

هاٽي برسات بند ٿئي، سنو ٿئي
ڪچو ڪنهنجو ڪري گهر نہ پوي
آغا شير گل

برسات مان مراد اوچتو آيل عارضي تڪليف مصيبت آهي يا ڪنهن شئي جي گهٽائي بہ نقصانڪار آهي. جيئن اڄڪلهہ انڪروچمينٽ جي نالي ۾ غريبن جا گهر جهوپڙيون ڊاٺا وڃن پيا، ڏيو تہ ڪجهہ بہ نٿا پر نهيل ڪچا گهر جهوپڙيون بہ ڊاهيون ٿا. وقت جي فرعون کي للڪار آهي. شاعر جي اندر ۾ حساسيت آهي، تڏهن جلدي محسوس ڪري ٿو وڃي، فورن ئي ردعمل ڏيکاري ٿو. جمالياتي اک بہ تيز آهي،

پيار ۾ قهر ماکي ۾ زهر، در جو بند ٿيڻ، ڪمال جا اصطلاح آهن. شاعري ۾ نوان رخ ۽ تجربا ٿيندا رهندا آهن، جيئن نظر، قهر، اثر، زهر، گهر، در، وغيره قافيا ڪمزور ضرور آهن پر محسوس نٿو ٿئي. لفظن کي متائي ستائي سگهبو آهي. آوازن کي نظر ۾ رکي قافيا ملائي سگهجن ٿا، توري رکي سگهجن ٿا تہ جيئن وزن تي فرق نہ پوي اهو بہ فن آهي، اظهار سگهارو بڻجي وڃي.

جيئن تہ اڳ ۾ ذڪر ڪري چڪو آهيان تہ آغا شير گل سرڪي جي شاعري جو مدار، محور ئي ڪائنات جي حسين تخليق عورت آهي. شاعري ۾ اُتم درجو عورت جو آهي، عورت ڪامڻي، پدمڻي، حسن جي ديوي، ڪائنات جو حسن حور، پري، ڪونج، ٻاگهل، بختاور، مارئي، سهڻي، سسئي، مائي جندو، ام رباب، صالحان گوپانگ، ممتاز نظاماڻي آهي. عورت نياڻي، سياڻي، گهرڙياڻي راڻي آهي. عورت ۾ وفا آهي، عورت ۾ ارپنا آهي، عورت ۾ وفاداري، سچائي، ايمانداري، ارادن جي اٽل، صبر، سهپ واري، برد بار، قرباني ڏيڻ واري جنس آهي. محبت عورت جو فطري اهڃاڻ آهي. عورت نينهن ارپڻ ۾ ڪمال تي ڏيکاري. عورت وٽ مالڪي جو لاجواب احساس آهي. هر انسان (مرد ۽ عورت) جمالياتي حس رکي ٿو. ان حس سان شاعري جنم وٺي ٿي. عشق جي وجداني ڪيفت ۾ عجيب ڪشش پيدا ٿيندي آهي. محبوب جي نازن، نخرن، رنگن، روپن، هار سينگار، جوت جلوا، ويس، وڳا، ڳل، چپ، ادائون ۽ نگاهون دل کي وٺن ٿيون. ويچاري ٿو، اظهاري ٿو، پڪاري ٿو، خواب ڏسي ٿو، کلي ٿو، روئي ٿو، تجربي، مشاهدي مان گذري، لڙڪن سان اندر کي ڌوئي پاڪ صاف ڪري ٿو. هڪ نئون انسان تيار ٿئي ٿو پيڙائن مان بہ گذري ٿو، باغي احساس بہ جنم وٺن ٿا، دانهن ڏئي



ٿو، چوي ٿو، ڪاوڙ بہ ڪري ٿو، فنا بہ ٿي وڃي ٿو، پاڻ کي ماري بہ ٿو، چريو بہ ٿي وڃي ٿو، عقلمند بہ ٿي وڃي ٿو، حاصلات جي جستجو ۾ ڪامياب بہ ٿئي ٿو ۽ ناڪام بہ ٿئي ٿو، رستو بہ ڀلجي وڃي ٿو رستو بہ ڏيکاري ٿو، نوان جذبا نوان خيال سپر طاقت ٿين ٿا. عورت ايمان بہ آهي پر هتي ايمان بہ مهمان ٿي وڃي ٿو، هتي هار بہ جيت ٿي وڃي ٿي، هتي جيت بہ هار ٿي وڃي ٿي، هتي سڀ طاقتون جي حضوري ۾ آهن.

ڪي غزل سندس ئي شخصيت جي عڪاسي ڪن ٿا، جنهن ۾ سندس عڪس ۽ مزاج بہ نمايان نظر اچي ٿو. پيار جو پياسي پيار جي پوڄا ڪندي نہ پيو ڍاپي، ساهہ ۾ سار سمايل آ پيارا، سڪ سڄڻ جي آهي، پنهنجي ڪيفيت ايئن بيان ڪئي آهي، محبوب کي ساجن، پرين، سڄڻ، سائين جي نالي سان پڪاري ٿو:

ڀلي نهاريو، نہ نهاريو سائين
اسان صبح توڙي شام سلامي

ڪنڌ جهڪائڻ، هٿيار ڦٽا ڪرڻ، هار مڃڻ، تو ڪٿيو مون هارايو، پيار ۾ ڪٿي بہ هارائبو آهي، هارائي بہ ڪٿبو آهي.

ڪٿي ڳاٽ اوچو ڪرڻو تو پوي "گُل"
ڪٿي ڪنڌ جهڪائڻ بہ ضروري آ

عاشق جي محبوب سان روح رهاڻ ۾ سندس تعريف دلڪش اندازن، نازن، نخرن، نرم روين ۾ ميار ڏيڻ، حسن محبت، تڙپ، هجر وصل پيار جا پيغام، ڊگهن ڪارن ڪاريهر وارن سان چهرو ڍڪڻ جو منظر، وار ريشم، پيار پشم، ڳل ڳراٽڙيون، ڪن جا جهمڪا، چوڙيون،

ڳاڙهي وڳي ۾، ڪنوار ۽ سيج جو سينگار، ڪنوارن ڇپن تي ڇمين جي برسات جو نه رڪجڻ، جدائي جي درد جي دل مان دانهن، انتظار اوسيئڙو،چاهت اشارا، اڳڪٿيون، مثبت قدرن جي پرچار، ماءُ جي مامتا جو عجيب رنگ پنهنجا تجربا، پنهنجا مشاهدا، ڏکن سکن جي، اندر جي احساسن، جذبن جو اظهار، دلين ۾ محبتن جي مٽن جا گل پوکي ٿو، پنهنجي پسند ناپسند ڪيفيتن کي اظهاري ٿو:

ننڊ هجي يا جاڳ هجي
ساهه ته تو ۾ هوندو آ

❊

شربت وسريو نه آهي "گل"
چپڙن جي شربت جهڙو

عشق کي عبادت سمجهي، ڪڏهن به تقدس پائمال نه ڪيو آهي. عشق آهي ئي اظهار، پيار جيڪو ڪڏهن به لڪي نه سگهندو آهي. عشق پاڻ ئي ظاهر ٿي اظهاري ٿو، سچاٽپ ڪرائي ٿو:

عشق ۽ مشڪ لڪي ناهن سگهندا
مان به عشق کي لڪائي نٿو سگهان

❊

دنيا دشمن ڏي ڇو ڏسون
پيا هلندا رهندا هل او يار

آغا شير گل جي شاعري ۾ اکين ۽ لڙڪن جو رشتو، رابطو، تعلق ۽ ناتو دل سان جڙيل آهي. محبوب سان هٿ ادب سان ٻڌي، نماڻي



التجا سان عاشق ٿي، مخاطب ٿئي ٿو. اکين کي اظهار جو ذريعو ٿو بنائي، هڪ نظر جي جهلڪ سان جان ڏئي ٿو ڇڏي:

هڪ نظر ڪٿي نهار ته سهي
سر به تولا حاضر سرڪار آ

❊

خمار آهن اجهان خاصا چڙهيل
ڪيترا جام ها تنهنجي نهار ۾

اڳتي ٿو چوي:

اکين جا تير دل مان پار ٿين ٿا، تڏهن درد پيڙا جي ڪيفيت ڇا هوندي آهي، ڪهڙين تڪليف جي مرحلن مان گذرڻ ٿو پوي ديدار ڪرڻ ته سولو ناهي.

اکيون اکين سان مليون جڏهن
ٿيو تير دل مان پار وسري نٿو

وجداني ڪيفيتن سان سندس تخيل جي اڏام ڪمال جي آهي.

مثال به بيمثال آهن. هر لفظ هر سٽ ۾ عڪس ۽ اولڙا نظر اچن ٿا:

لڙڪ لوڪ ڪنهن جا اگهندو نه آ
لڙڪن کي لڪائڻ به ضروري آ

❊

اڪثر لڙڪ اگهياسين ٻين جا
اڄ ناهن لڙڪ اگهڻ وارا

❊

ياد تنهنجي يکو ستايو آ
لڙڪن کي لوڪ کان لکايو آ

❊

ڪنهن کا آئت اجان کونہ ڏني آ
پنهنجا لڙڪ پاڻ اگهان تو ڏس

❊

اُگهي ڪيترا اُگهان آئون لڙڪ اکين جا
لارون ڪريو پيا لڙندا رهن لار وانگي

❊

سوال ميار ۽ وفا تہ ڏسو :

مان تولئہ قران پيو فقير بڻجي
تنهنجي مون تي پوندي نظرہ آهي يا نہ

منزل ڏکئي۾ پري آهي، اتي پهچڻ لاءِ حکمت عملي سان وات ناهڻي پوندي، سنو استاد ۽ محنتي شاگرد هجي، تربيت ۽ تياري بهتر ٿيل هجي. شاعر منزل ماڻڻ لاءِ اُتساهہ ڏئي ٿو:

اچڻ وڃڻ آ مشڪل
اتان ڪنهن وات آ ناهي
نيت تہ منزل ماڻيندي
جي ڪٿي ڪڻندي نہ ساهي

❊

"گُل" ڪٿي آ، هوءَ گسن تي آ ويني
هِن ڪان هُن ڪان پنڌ پچائي چري ٿي پئي



پيار ۾ ڪاميابيون ۽ ناڪاميون ٿينديون رهنديون آهن، جدائي جو اوچتو لڳل ڌڪ هوش حواس ئي وڃائي ڇڏي ٿو، وري جي ڪير پڇي تہ حالت ڇا ٿي پوندي:

پڇو تا ڪير هو جو مليو
پڇو نٿا ڇا ٿيو اوچتو
ٻنهي جا ڌار هن رستا
اهو جملو هن چيو اوچتو

❊

جيئري ئي جدايون "گُل"
ڪيڏا جدا رهيا جوڙا رڳو

❊

گل ٽاريءَ ۾ ٽڙيو پئي، ڪيڏو نہ وڻيو پئي
تو گل هو ٽاريءَ مان پٽيو هوريان هوريان

❊

ڪيترا خوابن جا محل گڏجي اڏيا سين
انهن ڪان ٿي اڻ ڄاڻ هليو وئين

❊

تنهنجي پيار جو سنسار گهمان ٿو سپنن ۾
تنهنجي ٻانهن جي هارن جي ڏاڍي ياد اچي ٿي

هو پيار ۾ وحدانيت جو قائل رهيو آهي، دل جو دلبر هڪڙو ئي هجي.

سوا تو ”گل“ جو پيار ڪنهن سان نہ آ
ٻئي ڏي ڏسان مون لاءِ وڏي شرمندگي

دل جو مالڪ محبوب جڏهن سامهون نهاريندو آهي، تڏهن دل جي ڌڙڪن تيز ٿي ويندي آهي ۽ ماڻهو جنهن حال ۾ جتي بہ هوندو آهي، اتي بريڪ لڳي سُن ٿي ويندو آهي.

تو ڪي حال دل جو ٻُڌائي نٿو سگهان
اک تنهنجي اک سان ملائي نٿو سگهان
نيڻ ڪٽي جڏهن نهارين تو ناز مان
اهي تڪا تير آئون گُسائي نٿو سگهان

سندس شاعري ۾ سادگي ۽ سچائي عيان آهي. شعر پڙهڻ ۽ سمجهڻ ۾ سولا آهن. مقام ڪهڙا هجن، حالتون ڪهڙيون سنگين هجن، وفا ڪرڻ وارا وفا ڪن ٿا، دغا ڪرڻ وارا دغا ڪن ٿا. اڄ جي بي رحم دور ۾ وفا ڪرڻ وارن جو انگ گهٽجي نالي ماتر وڃي بچيو آهي.

گل دوستن جي بي وفائي ۽ منافقي تي ڏاڍو ڏکارو لڳي ٿو، وقت ۽ حالتن جي عڪاسي ڪندي چئي ٿو:

اڄ جو زور زمانو آ، يار ۽ ياري ڪٿي آ؟
مطلب ڪان سواءِ دوستي دل واري ڪٿي آ؟

ٻئي نظم ۾ وري بيان ڪري ٿو:

گڏ ٿي ويا، ڌار ٿيڻ وارا
ويا ڌار ٿي، گڏ رهڻ وارا

❊



ملاوت جو مال، وڪجي پيو واڪ وڏي تي
وٺون وڪر ڪهڙو ويساهہ وارو واپاري ڪٿي آ؟

❊

ڪيو دوست، ڪيترو شرمسار
جت ڪٿ هن ڪيو آ خوار
”گل“ سچائي ورتو سپن ڪي
جن جن تي ڪيو اعتبار

❊

نفرت ڪان نفرت آهي
هر ڏينهن گذري محبت جهڙو

❊

اسان ”گُل“ محبتون ڏيون وٺون پيا اجان
حالتون حساس آهن پر دل هاري ڪٿي آ؟

زندگي ڪي هر ماڻهو پنهنجي سوچ ۽ شعور مطابق سوچي سمجهي ٿو پر زندگي جي ڏکن، سورن، دردن، احساسن ۽ سپنن ڪي جيڪو هڪ شاعر سمجهي ٿو اهو ٻيو ڪير سمجهي نٿو سگهي. زندگي هڪ چئلينج آهي، جنهن ڪي قبول ڪرڻو پوي ٿو. ڏسو آغا صاحب زندگي جي فلسفي ڪي ڪيئن ٿو سمجهي ۽ سمجهائي:

پلصراط جهڙو پنڌ لڳي تي زندگي
ماندو ڪري ٿو توسان ملڻ جو انتظار

❊

زندگيءَ کي جيئڻ جو حوصلو ڏنو آ
متان سمجهين همت هاري ڇڏي

❊

تون پري ۽ مان پري، ڪاڻ ناهي خوشي
سوا تو گذري منهنجي ڪيئن زندگي

❊

"گُل" بنا پلا پوئري جي
زندگي گذري سگهندي ڪيئن؟

هو سنڌ سان محبت جو اظهار ڪندي چوي ٿو ته:

جو سنڌ ۾ رهي سنڌي سڏائي
انهيءَ سان پنهنجو ناهه آهي

❊

جنهن به ڪئي غداري ڏسو
اهو پٽڪي ويو راهه آهي

آخر ۾ شاعر کي اها نيڪ صلاح ٿو ڏيان ته رومانيت کان ٻاهر نڪري، سماجيات ڏانهن لاڙو ڪري اڳتي وڌڻ گهرجي.

**عبدالڪريم سومرو**



# گُلابن جهڙو شاعر ۽ شخص

آغا شير گُل حقيقت ۾ به "شير" ۽ "گل" مثل آهي. شير پنهنجي بهادري ۽ گل پنهنجي خوشبوءِ، پنهنجي سڳند ۽ پنهنجي سونهن سان سُڃاتا وڃن ٿا. اهڙي طرح شير گُل به دوستي جي دُنيا ۾ اُن شير ۽ گُل مِثل آهي، جيڪو پنهنجي بردباري ۽ خوشبوءِ سان دوستي جي رِشتي کي خوشبوءِ، هُڳاءُ ۽ سڳند سان واسيندو رهي ٿو.

سندس چاهتن، محبتن، الفتن، صحبتن جون ڪهڙيون ڳالهيون ڪَجن. هِي شخص سدا بهار گُل جِيان آهي، جيڪو سدائين دل جي ديوانگي جي دُنيا ۾ مست الست هوندو آهي.

ماڻهو جي خوشبوءِ سندس ڪردار مان پَرکي ويندي آهي. ڪي ڪي ڪردار ڪمال سان گڏ جمال وانگي هوندا آهن، جنهن جي هاڪ جهر جهنگ تائين گونجندي رهندي آهي. اهڙي طرح آغا شير گُل سٺي شاعر سان گڏ سُڃاڻ اديب، تعليمي ماهر، سماج سُڌارڪ، دلربا دوست ۽ محبتي ۽ مهمان نواز ماڻهو آهي، جنهن شخص جو آستانو محبتي ماڻهن سان هر وقت ڀَريل نظر ايندو آهي، جنهن جو جهول سدائين محبتن جي گُلن سان ڀَريل رهي ٿو.

هاڻي هڪ نظر سندس شاعري تي وجهون ٿا. وڪريل اَکر جڏهن بي ترتيب هوندا آهن ته، انهن جي ڪا اهميت ناهي هوندي، جڏهن انهن بي ترتيب اکرن کي سهيڙي سنواري ترتيب ۾ آندو ويندو آهي ته انهن اکرن مان خوشبودار لفظن جي مالها جُڙي پوندي آهي. پوءِ اهي شاندار ۽ جاندار لفظ ڪنهن ڪيفيت، ڪنهن احساس ۽ خيال جي شِڪل وٺندا آهن

تہ اها ڪيفيت، اهي احساس، اهي خيال ڪنهن ڪنواري ڇوڪري جي ڏَمڪن جهڙا حسين ۽ جميل ٿي پوندا آهن، جڏهن انهي لفظن جي ڇيرن جي ڇمڪي جو آواز دل جي دنيا تي گونجي ٿو تہ ٻڌندڙ ۽ پڑهندڙ جي ذهنن تي هڪ مدهوشي واري ڪيفيت طاري ڪري ڇڏي ٿو، اهو خيال، اهو احساس جڏهن پختو ٿي جُڙي پوي ٿو تہ اُها ئي شاعري چئبي آهي.

شاعري چئبو ئي ان ڪي جيڪا هر ماڻهو جي ترجماني ڪري، ان سٽ سٽ جو سحر توهان تي طاري هجي، انهي سحر مان توهان نڪري نہ سگهو. شاعري محسوس ڪرڻ ۽ ڪرائڻ جو هڪ آرٽ آهي، شاعري محبت آهي، شاعري جيئڻ آهي، شاعري جيارڻ آهي:

تڙپان پيو پرين تنهنجي پيار ۾
ڪيڏو عذاب آ، تنهنجي انڪار ۾
تو ئي سائين ڇيو هو صبر ڪر ٿورو
مگر حال ناهي هاڻي بيمار ۾
خمار آهن اجان خاصا چڙهيل
ڪيترا جام ها، تنهنجي نهار ۾
درد آهن، دانهون ٿيون نڪرن
ڏاڍي دير تي آ تنهنجي ديدار ۾

آغا شير گل جي هن غزل ڪي جڏهن توهان پڑهندؤ يا ٻڌندؤ تہ توهان تي انتظاري جي ڪيفيت جو عالم طاري ٿي پوندو. هِن غزل ۾ تڙپڻ، لڇڻ، ڦٿڪڻ، نظرن جا خمار، دردِ فراق جا گهاوَ ۽ عشق ۾ هر ستم سور جي عڪاسي ڪيل آهي جيڪا شاعر جي روح مان ڦُٽي نڪتي آهي.

آغا شير گل جي شاعري سنڌي ٻولي جي نج ڪومل احساسن سان ٽمٽار، مٽيءَ جي خوشبوءِ سان مهڪندڙ ۽ سادن سهڻن لفظن جو هڪ جڙاءُ آهي:



تون پري ۽ مان پري، ڪا بہ ناهي خوشي
سوا تو گذري منهنجي ڪيئن زندگي

❊

تنهنجي يادن ۾ دل اداس رهي ٿي
تنهنجي پيار جي ئي پياس رهي ٿي

❊

چاهہ جي مُرڪ نهار، بهار جهڙي
روح ڪي "گُل" اهڙي گهڙي راس رهي ٿي

❊

آغا شير گل، حُسن تي بہ لکيو آهي. حُسن ۽ سونهن جي تعريف ڪندي هنن غزلن ۾ هئين لکي ٿو:

ڪارا وڏا وار ماشاءَ الله
سورهن سال ڄمار ماشاءَ الله
شال اهڙو هجين هميشہ
بر ڪا رُت بهار ماشاءَ الله
جنهن تي وارين وڏي ڇڏين
اکڙين جي ترار ماشاءَ الله
روپ نيارو، رنگ نرالو
قدرت جو شاهڪار ماشاءَ الله

❊

نيڻن ۾ نشا، مُرڪ ماڪيءَ لار آهي
اهوئي تہ چوان پيو منهنجو يار آهي
چوريائين جو چيڙا، ڪيئي چنگ وڃي پيا

سندس هر بات ۾ ڪيڏو قرار آهي
نمونن جا ناز ڪري ٿو نت نت هو
خزان موسم ڪٽي آ، بهار ٿي بهار آهي
سڀ حسين خوبرو هيڪاندا هڪ پاسي
پر هو هڪڙو سيني جو سردار آهي

آغا شير گل جي هن نثري نظم ۾ ڪمال جو ڪلائمڪس آهي، جيڪو آغا جي روح مان ڦٽي نڪتو آهي:

اجان به هن جا
جوان جذبا
اجان به ڇهري تي
تاب ساڳيو
۽ حجاب ساڳيو
ڏسڻ سان هن کي
نيڻ ٺري ٿا پون
سورج ٻري ٿا پون
هوءَ سونهن جي سرڪار آ
ڪڏهن به جهڪيو ناهي
نڪي هو جهڪندو
سندس ارادو
اٽل آ صفا
مگر الائي ڇو
منهنجي دل ۾



اجان به هن لاءِ
تڙپ آ ساڳي
تڪيندو آهيان
جتان پرين جو
ٿيندو گذر آ
اها به خبر اٿم
مونسان نه ملندو
نه ئي ڪڏهن هو
مون سان ڪلندو
مگر اميدن تي دنيا آ قائم
ايئن اسان به
جيئون پيا ٿا
سفر ته ”گُل“ جو
آ رات هڪڙي
مگر هيءَ خوشبوءِ ڇڏي وڃون ٿا.

آغا شير گل جي شاعري جو هي سفر پيار جو پنڌ آهي، جنهن پنڌ ۾ هڪ، هڪ وک وڏي معنيٰ رکي ٿي، جيڪا هڪ وک شاعر جي سڀ ڪجهه هجي ٿي. اسان جي دعا آهي ته آغا شير گل جو هي پنڌ پوئين پنڌ جيان اجان به اڳيرو هجي.

**منظور اڇڻ**
**ڪنب، ضلع خيرپور**

# گل ڪٽي گل ڏري ويو

جڏهن پائو آغا شير گل سرڪيءَ جو شعري مجموعو پنو پنو ڪري سهيڙيون پيا تہ ان وقت منهنجي گمان ۾ بہ نہ هو ڪو مون کي بہ ان مجموعي لاءِ ٻن اکرن لکڻ جو حڪم ٿيندو. بهرحال ان صلاح ۾ صلاحو آئون بہ هيس تہ پنهنجو ڪم پنهنجي حياتيءَ ۾ پاڻ ڪري پار پچائجي، ٻين جي آسري سياڻ تي چڙهڻ ٺوٺائپ آهي.

هڪ ڏينهن نيٽ پائو جي ڪمپوز ٿيل شاعريءَ جو مسودو ميسينجر تي مليو. ڪم جي برجستائيءَ تي ڏاڍي خوشي ٿي. اچان مسودو پڙهي رهيو هئس تہ پائو جي فون اچي وئي. حجت وارو حڪم ٿيو تہ سندس شاعريءَ واري مجموعي تي بہ اکر پنهنجي راءِ جا ضرور لکان. حبيبن جي حجت واري حاڪماڻي حڪم اڳيان سِرُ خوشيءَ نوائي ها ڪرڻي پئي.

پائو آغا شير گل سرڪي جي شفيق والد بزرگوار چاچي حاجي زوار ربنواز سرڪي پنهنجي هن پٽ جي پيدائش وقت اهو سوچيو بہ نہ هوندو تہ اڳتي هلي سندس هي ڏنگو ٻار شاعريءَ جهڙي حساس صنف جو خالق بہ بڻبو. ڇو تہ سندس خاندان ۾ پري پري تائين ڪو بہ ادبي يا شاعريءَ جو شوق رکڻ وارو فرد موجود ڪو نہ هيو. ها البتہ هي پاڻ ڪيترن ادبين ۽ شاعرن جو سنگتي ۽ صحبتي ضرور هيو. شايد ان صحبت پنهنجو اثر ڏيکاريو آهي. باقي پاڻ عاشق مزاج تہ جواني کان وٺي آهي. عاشقيءَ جي رمز جو شاعريءَ جي صنف ۾ ڪافي عمل دخل



هوندو آهي. راڻي پور جي اولهہ ۾ ابل واهہ جي پرسان ٽن گهرن تي مشتمل ڳوٺ ۾ هن نينگر جي تربيت ۾ والد جي رمز ۽ والده جي شفقت جو وڏو عمل دخل هيو ۽ آهي. نرم دل واري شير گل سرڪيءَ کي ٻاهرين سختيءَ جو سامان والد صاحب کان ورثي ۾ مليو آهي. هر ڪنهن سان ٽڪڙو تعلق نہ جوڙڻ ۽ ٽڪي ٽوري وڪ وڌائڻ سندس وتيرو آهي. حسن پرستي سندس فطرت ۾ شامل آهي. جگر اندر جا احساس هرويرو ڪنهن کي محسوس ٿيڻ نہ ڏيندو آهي. ساڻس هري مري وڃڻ کان پوءِ هر ڪو اهو سمجهندو آهي تہ هو صرف سندس آهي.

جڏهن بہ ڏانهس خط لکندو هئس تہ موٽ ۾ شعرن جي طبع آزمائي ٿيل ضرور ملندي هئي. اڪثر شاعريءَ جي مختلف موضوعن تي بحث ۽ ٽيڪا ٽپڻي بہ ٿيندي هئي. شروع ۾ هو مونکي شاعريءَ ۾ سنجيده نہ لڳندو هو ڇو تہ شروعات ۾ جيڪي ڪجهہ لکندو هيو ٿوري دير کان پوءِ اهي پنا ڦاڙي يا تہ پاڻيءَ حوالي ڪندو هو يا ڌرتيءَ داخل ڪندو هو. شروعاتي ڦڪا مٺا شعر بہ سندس ڏاڍا عجيب هوندا هئا پر سندس خيالن جي پختگي ۽ پرواز ڏسي ڪيس همٿ ۽ حوصلو ڏيڻو پوندو هو.

اردوءَ ۾ ايم اي ڪرڻ باوجود سنڌي ادب پڙهڻ جو وڏيڪ شوق هيس. سائنس جو استاد ٿي ڪري ادب ڏي لاڙو ڏاڍو دير سان سو بہ سنگت ۽ صحبت جي ڪري ٿيس.

شايد ان صحبت جي اثر ڪائنس هي شاعريءَ جو مجموعو لکرايو آهي. هي آرام پسند انسان وڏي همٿ ڪري هي مجموعو ڇپرائي رهيو آهي، ان لاءِ بہ ڪيس جس هجي. شاعري هوندن تہ مطالعي ۽ مشاهدي جو نچوڙ هوندي آهي، مگر هتي ان نچوڙ ۾ پائو شير گل جي شعوري

ڪوشش جو مليل رس بہ نظر اچي ٿو. جيتوڻيڪ فني ۽ فڪري حوالي سان هر مواد وانگر سندس مجموعي ۾ بہ تنقيد لاءِ گهڻو ملي سگهي ٿو جيڪو سندس اصلاح احوال لاءِ ضروري آهي پر سندس هي مجموعو هڪ اهم ۽ اڳتي قدم ضرور آهي. ڪنهن سٺي لکاريءَ لاءِ اهو ضروري ناهي تہ هو گهڻا ۽ ضخيم ڪتاب لکي مگر ضروري اهو آهي تہ مواد ڪيترو سٺو ۽ اهم لکيل آهي.

شير گل صاحب شروع ۾ صرف شير گل سرڪي هيو ادبي واس لڳڻ ڪانپوءِ "گل" شير گل سرڪي ٿيو. ڪجهہ سالن کان پوءِ گل لفظ هٽائي وفا جي لفظ جو لاڳاپو ڏيئي "وفا شير گل سرڪي" جو روپ اختيار ڪيو. موجوده مجموعي ۾ بہ ڪافي شاعري "وفا" تخلص واري دور جي آهي. ان بعد هڪ دور اهڙو بہ آيو جو پائو شير گل کي عيال سميت راٽيپور کان گلشن حديد ڪراچي هجرت ڪرڻي پئي. جتي ان لحاظ سان چڻ تخلص هجرت ڪرڻ کان رهجي ويو. ان ڪري وفا راٽي پور ۾ رهجي وئي ۽ ڪراچي ۾ وفا جي جاءِ تي "آغا" کي نالي جو حصو بڻائيندي آغا شر گل سرڪي ٿي ويو. اهو تہ هيو سندس نالي جو ادبي سفر جيڪو هاڻ ان جاءِ تي شايد پورو ٿي چڪو آهي. هاڻي جيڪو مجموعو شايع ٿي رهيو آهي ان ۾ وفا جو ذڪر تہ هوندو مگر تڪميل آغا سان هوندي. اسان ٻنهي جو پيوند چاليهہ سال پراڻو آهي. جڏهن پائو شير گل بي ايس سي اسٽيٽسٽڪس شعبي ۾ شاهہ عبداللطيف يونيورسٽي خيرپور ميرن واريءَ ۾ داخلا ورتي. تعلق اهڙو جڙيو جو چڻ "ڪڙو منجهہ ڪڙي لوهارن ليپٽيو" جيان هڪ ٻئي سان ڦابو آهيون. جوانيءَ جا ڪافي سال هن هاءِ اسڪول راٽي پور کي ارپيا آهن. جتي صاف سٿرو رهڻ وارو هي استاد پڙهائيءَ سان بہ سفيد پوشيءَ وارو



تعلق قائم رکيو آيو. ان بعد ايم اي اردوءَ جي بنياد تي سبجيڪٽ اسپيشلسٽ تي ترقي ماڻائين ان سان گڏو گڏ شاعريءَ جو سفر بہ جاري و ساري رهيو. هي مهمان نواز ماڻهو جهڙو دسترخوان جو سخي آهي اوترو ئي گفتگو جو ڪشادو آهي. سيرو سياحت جو شوقين هي ماناڻتو ماڻهو گهمڻ ڪاڻڻ کي ترجيح ڏيندو آهي. جنهن ۾ سندس سٺي صحت جو راز پوشيده آهي. سندس يادگيري ڏاڍي تيز آهي. سالن پراڻيون ڳالهيون بہ ڪيس ڪالهہ جيان ياد هونديون آهن. باغ و بهار طبيعت جي مالڪ هن ماڻهوءَ سان هڪ ڀيرو ملڻ وارو ماڻهو بار بار ساڻس ملڻ چاهيندو آهي.

جيئن مان مٿي لکي آيو آهيان تہ شاعريءَ جو شوق سندس حسن پرست طبيعت ۽ سنگت جي صحبت جو نتيجو آهي، پر اهو اثر مٿس ٿيو ڏاڍو دير سان آهي. جوانيءَ ۾ چيل ٻول سانڍڻ بجاءِ ڪاٿنس هيڏي هوڏي ٿي ويا. هيءَ شاعري سندس پڪي عمر جي وقتن جي آهي. جيئن تہ شاعريءَ جو سندس هي پهريون مجموعو آهي ان ۾ سندس جذبن جي اظهار ۾ ترتيب ذرا اڳتي پوئتي آهي، پر سندس اظهار ۾ اثر ۽ ڪشش ضرور آهي.

ابتدائي شاعريءَ جي ڪري منجهس ڪٿي ڪٿي فني ۽ فڪري حوالي سان لاها چاڙها ضرور نظر اچن ٿا، مگر جيڪي اظهاريو اٿس، ايئن ئي سچائي سان پيش ڪيو اٿس. سندس لکڻيءَ جو فيصلو هاڻي پڙهندڙ ڪندا تہ هن جي تحرير ڪيتري پُر اثر ۽ ڪارائتي آهي. پاڻ سنڌيءَ جي صنف غزل، گيت، وائي، نظم ۽ چوسٽي تي طبع آزمائي ڪئي اٿس. مگر سموري شاعريءَ ۾ غزل کي ترجيح ڏنل آهي. نموني طور ڪجهہ غزلن جا چند چونڊ بند هيٺ ڏجن ٿا.

تنهنجون يادون سانوڻ مينهن
دل تي ڌڙڪي سارو ڏينهن

يادن کي سانوڻ جي مينهن سان تشبيهہ جو انداز ڏاڍو ڀلو آهي، جيئن سانوڻ جو مينهن هر شئي کي چنڊي ڦوڪي تر و تازه ڪري ڇڏيندو آهي. اهڙي طرح ڪنهن پرين پياري جي ياد بہ دل دماغ کي فرحت بخشيندي آهي. اڳتي هلي ٻئي غزل جو سندس بند هيئن اظهاري ٿو تہ:

ڪندي پيار ڪنهن جي نظر نہ پوي
متان ڪو برپا تي قهر نہ پوي

حاسد دنيا جي حاسدي نظرن کان بچڻ لاءِ خبردار ڪندي چوي ٿو تہ پيار ڪرڻ ۾ احتياط جو دامن قابو ڪري جهليو. جيڪڏهن دنيا وارن کي خبر پئجي وئي جا سندن نظر جو گذر ٿيو تہ پاڻ لاءِ مسئلو ڇڻ تہ قهر ٿي ويندو ۽ دشمنن کي موقعو ملي ويندو تہ ٻن پيار وارن کي نقصان پهچائڻ جي ڪا رٿ رٿين. اڳتي هلي پنهنجي محبوب جي تعريف هيئن بہ ڪري ٿو تہ:

هوءَ اڪيلي رڻ جي راهي
ڪيڏي سهڻي ڪيڏي ڏاهي

مطلب تہ سهڻي بہ آهي، ڏاهي بہ آهي، پر عشق جو اثر اهڙو اٿس جو سهڻي حسن ۽ ڏاهپ هوندي بہ مجبور آهي جو پنهنجي محبوب جي ڳولا ۾ رڻ جي راهہ ڪٽي ورتي اٿائين. تنهائي ۽ مخلوق جي خوف خطري کان آجي تي قرب ۾ ڪاهي پئي آهي. ان کي عشق جو حوصلو چئبو آهي. جيڪو هن شعر جي بند ۾ اتم موجود آهي، غزل جو هڪڙو ٻيو بند هن ريت آهي تہ:



نفرت ڪان نفرت آهي
هر ڏينهن گذري محبت جهڙو

هن دنيا ۾ نفرتن جو اوڙ تہ هر ڪو پيو ٿو اوڳاڇي باقي نفرت کان نفرت ڪرڻ وارا تمام ٿورا آهن. شاعر انهن ٿورائي وارن ۾ پنهنجو شمار ڪري ٿو تہ جيئن نفرت کي گهٽائي هر ڏينهن کي محبت جي پاڇي هيٺ پالي ڇڏجي. جيئن انسان ذات کي نفرت بجاءِ پيار ۽ محبت جو وکر آڇجي. اڳتي هلي هڪ غزل جي بند ۾ تاڪيد ٿو ڪري تہ:

ڪو جي ڪنهن سان وفا نہ ڪري
ان کي گهرجي هو جفا نہ ڪري

مطلب حاصل تہ جيڪڏهن ڪنهن سان وفا نٿي ڪجي تہ ان سان جفا بہ نہ ڪجي. يعني جيڪڏهن سک نٿو ڏئي سگهجي تہ ڏکائجي بہ تہ نہ سنو ڳڻ آهي. چو تہ انسان جي تخليق ئي هڪ ٻئي کي سک ڏيڻ لاءِ ڪئي وئي آهي، مگر دنيا ۾ ايئن ٿئي گهٽ ٿو.

وري ڪنهن غزل جي بند ۾ محبت جي مناڻ جي ڳالهہ ڪندي چوي ٿو تہ:

محبت جو لفظ منو ڪيڏو
قُرب ۾ جاني ڪُنو ڪيڏو

چوي ٿو تہ جيترو محبت جو لفظ منو آهي، جيتري ان ۾ مناس ۽ چس آهي. اوترو منهنجي جاني، محبوب پياري قرب کي پنهنجي سخت سلوڪ سان ڪيڏو ڪنو آهي. ان سان ڏاڍ ۽ قهر جو ورتاءُ ڪندي محبت کان منهن موڙي نفرت جو رستو اختيار ڪري وينو آهي، جيڪر ايئن نہ ڪري ها.

هن هيٺين بند ۾ شاعر ماحول ۾ قدرتي موسم ۾ مخلوق جو
ڪيترو خيال ڪندي اظهاري ٿو ته:

ويا چمن مان پکي اُڏامي
اڪيلو وڻ ڪي ڪري مدامي

پکي ۽ وڻ جي سنگت صديون پراڻي آهي. پکين جي دنيا هميشه وڻن تي آباد هوندي آهي، انهن جا آکيرا وڻن جي ڏارن تي اڏيل هوندا آهن. مگر ماڻهو ماحول دشمن ٿي پوڻ ڪري وڻن جي واڍي ڪري رات ڏينهن انهن جو قتلام ڪري پکين جي وسندڙ دنيا کي برباد ڪري رهيو آهي. جيترا ٻيلا ۽ وڻ گهٽجي رهيا آهن. اوترا پکي پرواز ڪري پرڏيهي ٿي وڃن ٿا. وڻ ۽ پکي هڪ ٻئي جي جدائي ۾ اداس آهن، جنهن جو خيال ڪنهن کي ڪونهي.

پرينءَ جي اُڪنڍ جو اظهار هيئن به ڪري ٿو ته:

ساهه ۾ تنهنجي سار سمايل آ پيارا
سورن جو سنسار سمايل آ پيارا

محبوب جي محبت ڪي ويجهڙائيءَ جي احساسن جو اظهار مٿين سٽن ۾ خوب سمايل آهي. ساهه محبوب جي سار کان واندو نه هجڻ گهرجي. اندر ۾ انهيءَ جي اُڪنڍ رهي ٿي، جيڪا سار ساهه ۾ سمايل هجي. محبوب من کان دور ڪيئن ٿو رهي سگهي. جيڪڏهن پيار ڪرڻ واري دنيا دور ڪري وجهي اندر جو سنسار سورن جي سيج بڻجي پيارن جي پٿاري بڻجي وڃي ٿو. ٻئي طرف ٻهراڙيءَ جي زراعت تي به آسپاس واري ديد ڏريندي، جيئن:

هاري هر هلائي ٿو
ٻنيءَ ٻج ڳڏائي ٿو



سنڌ جي اسي سيڪڙو آبادي سڌي يا اڻ سڌي طرح زراعت جي شعبي سان واڳيل آهي. شاعر جو مٿين سٽن مان زرعي مطالعو ۽ مشاهدو معلوم ٿئي ٿو. جنهن کي هن جملن ۾ جڙاءُ ڪيو آهي. هرُ هلائڻ ۽ ٻج ڳڏائڻ هاريءَ جو بنيادي ڪرت آهي، جنهن کي شاعريءَ ۾ جاءِ ڏني وئي آهي.

هيٺين سٽن ۾ ماءُ جي ممتا سان عقيدت جو اظهار ڪيو ويو آهي:

ماءُ جي ممتا پيار وسري ڪٿي ٿو
وڏو سايي جو سنسار وسري ڪٿي ٿو

اولاد جو پنهنجي ماءُ جي سڪ ۾ عقيدت جو اظهار اندر جي اونهائي سان ڪيو ويو آهي. ماءُ جو پيار حلالي اولاد کان وسرڻ جو ناهي هوندو. ماءُ جي سڪ ۾ ساءُ ته ٻالڪپڻي ۾ سُتيءَ سان ساري پياري وڃي ٿي. ماءُ جي پاڇي جي ڇانوَ سنسار کان به گهٽي ۾ گهاٽي ٿئي ٿي. شيرگل صاحب نظم تي به طبع آزمائي ڪئي آهي، نموني طور نظم جو هڪ بند ڏجي ٿو:

اعتبار ڪر تو چيو
۽ مون صبر ڪيو

محبوب جي حڪم تي اعتبار ڪندي صبر ڪيو، اها ئي خاصيت هڪ سچي عاشق جي هوندي آهي ته هو پنهنجي پياري جي هر ڳالهه تي اعتماد ۾ اعتبار ڪندو آهي. مٿين نظم جو بند ننڍي بحر ۾ وزن وارو آهي.

پنهنجي ڌرتي ماتا سان محبت جو اظهار بہ سندس شاعريءَ جو حصو آهي:

سنڌ ۾ سنڌين جو ساهہ آهي
جيئن چنڊ چڪور جو چاهہ آهي

ٻيو بند آهي تہ:

منهنجي پياري پياري سنڌڙي
جنهن سان جڙيل آهي جندڙي

**

مهراڻ جي ڪنڌيءَ تي اڪيلي وينــي آهي
ساڻ نہ اُتــس ڪا بہ سهيلي وينــي آهي

سنڌ سان سنڌين جي پيار ۽ محبت جو مثال چنڊ سان چڪور جو چاهہ وارو تعلق آهي. جيئن چڪور چنڊ کان سواءِ نٿو رهي سگهي، اهڙي طرح سنڌي سنڌ کان پري تي نٿو سگهي. مهراڻ جي پرامن ڪنڌيءَ تي اڪيلي وينل ڇوڪريءَ جو تصور شاعر جي خواهش آهي. سهيليءَ سواءِ ڪنهن سڄڻ جي اوسيئڙي ۾ آهي. هر سنڌيءَ جي جند پنهنجي سنڌ ڌرتيءَ سان جڙيل آهي. جنهن جو اظهار شاعر قلم جي نوڪ سان پني تي پلٽيو آهي. چؤسٽن جي سٽاءَ مان هتي سندس بہ چؤسٽا ڏجن ٿا:

ويجهو اچي ويهہ دلبر دل ٺري
دوريءَ جو دلبر پيو ٻارڻ ٻري



سال لنگهيا تو سار نہ لڌي ڪا
تنهنجي سري وئي، منهنجي نٿي سري

**

بارش ڦڙ ڦڙ وسندي رهي
دل يادن ۾ پسندي رهي
تنهنجي سهاري جي لاءِ "گُل"
آس اڌوري آ سڪندي رهي

محبوب کان جدائي جو احساس، پارڻ جو ٻرڻ، دل جو ٺرڻ، سالن جو گذرڻ پوءِ بہ نہ سرڻ جي وارتا ڇئن سٽن ۾ بيان ڪرڻ هڪ هنر آهي. ٻئي چؤسٽي ۾ بارش جو آهستي وسڻ، دل جو يادن ۾ پُسڻ، پيار جو سهارو ۽ اڌوري آس جي سڪڻ بہ بيان ڪرڻ جو ڪمال آهي. باقي چؤسٽا بہ ڏاڍا سٺا آهن.

وائي جو ٿلهہ هن ريت آهي:

مون کي ڏسي بيمار
لچندو ڇڏي لاچار
هاءِ هاءِ هوءَ هلي وئي

بيوسي ۽ بيماريءَ ۾ دلبر جو ڇڏي هليو وڃڻ، وڇوڙي جو ويچار تہ ٿئي ٿو، ڏاڍو پيارو مطلع آهي وائي جو. شاعر بيت تي بہ قلم ڪشائي ڪئي آهي. نموني طور هڪ بيت هيٺ ڏجي ٿو.

تنهنجي قدم قدم تان، صدقي ڪريان ساهہ
چمڪي منهنجو چاهہ، چوڏهين چنڊ جيئن

محبوب جي قدم قدم تان قربان ٿيڻ ۽ چاهہ کي چنڊ سان تشبيهہ ڏيڻ جو سليقو شاعر وٽ آهي. جنهن ذريعي اظهاريو اٿائين. ان

ڪان پوءِ نثري نظم کي بہ زير بحث آندو اٿس. سندس هڪ نثري نظم
جون چند سٽون نموني طور حاضر آهن:

اجان بہ هن جا
جوان جذبا
اجان بہ چهري تي
تاب ساڳيو
۽ حجاب ساڳيو

محبوب جي جواني جي وصفن جي هن نثري نظم ۾ چڱي نموني
ترجماني ٿيل آهي. وڌيڪ ڪتاب پڙهندڙن پاران ڇنڊ ڇاڻ ضرور
ٿيندي، ڇاڪاڻ تہ فن ۽ فڪر جي حوالي سان تعميري تنقيد جي هميشہ
گنجائش رهي ٿي ۽ اهڙي راءِ صاحب تحرير جي رهنمائي ڪري ٿي.
اسان اميد ڪيون ٿا تہ سائين آغا شير گل سرڪي اڳتي بہ نظم ۽ نثر
جون تحريرون پڙهندڙن کي آڇيندو رهندو. ڌڻي سندس قلم جي سگهہ
سلامت رکي. موڪلاڻي ناهي، سنڌ جيڏي سڪ سان.

ساٿ سلامت، سنڌ سلامت

**”راز“ علي گل پٺو**



# ڪنهن ڪنهن ماڻهوءَ منجهہ اچي بوءِ بهار جي

آغا شير گل سرڪي جي شخصيت ڪنهن بہ تعارف جي محتاج
نہ آهي. گذريل ويهن سالن کان وٺي ساٿس سڌا واسطا آهن. پاڻ منهنجي
مهربان، مخلص، محترم ۽ مڪرم دوستن منجهان آهن. ڌڻي در دعا آهي
تہ شال اهي ناتا سدائين لاءِ دائم ۽ قائم رهن. آمين.

آغا شير گل سرڪيءَ جي خلوص ۽ نيڪ نيتيءَ جو تہ جواب ئي
نہ آهي. هڪ هوندو آهي رحم ٻيو عطا. ڌڻي جو رحم تہ هر هڪ تي آهي
ڇو جو هو رحمان آهي ۽ رحمان جي معنيٰ ئي آهي تہ هر شئي تي رحم
ڪندڙ. قرآن پاڪ ۾ فرمايل آهي تہ : ڇئو تہ الله اهو آهي جنهن ٻانهن تي
ٻاجهہ ڪرڻ پاڻ تي لازم ڪري ڇڏيو آهي. ٻيو آهي عطا، جيڪا خاص
ماڻهن تي ٿيندي آهي،۽ اها مالڪ جي طرفان جنهن تي بہ ٿئي.

آغا شير گل سرڪي بہ انهن عطائن سان نوازيل آهي، جنهن جي
هر هڪ تي نوازش نہ ٿيندي آهي، انهن عطائن ۾ خاص عطا آهي سخاوت
۽ ان کان پوءِ نياز ۽ نوڙت بہ عطا آهي. خوش اخلاقي، وفا ۽ برداشت بہ
عطا آهي. ظالم جي آڏو نہ جهڪڻ بہ عطا آهي. مطلب تہ اهڙيون ڪوڙ
ساريون عطائون ادا آغا شير گل کي عطا ٿيل آهن. هڪ تہ پاڻ سخي بہ
آهي، يارن جو يار، هيٺن جو همراهہ، غريبن جو غمخوار، وفادار ۽ بيباڪ
بہ آهي. خاص طور تي سچائي تہ سندس شيوو آهي. هر عمل جو منڍ آهي
سچائي، جيڪا هن وقت ورلي ئي لڀي. قرآن پاڪ ۾ پڻ فرمايل آهي تہ
ظالمن جي آڏو نہ جهڪو، آغا شير گل بہ ظالم جي اڳيان نہ جهڪڻ واري

حسيني ڪردار جو پيروڪار آهي، جيڪو ڪن خاص ماڻهن کي عطا ٿيل آهي. سندس هي اهم خوبي سنگت سان سچائي پڻ آهي، جيڪا اڄ جي دور ۾ اڻلڀ آهي.

قرآن پاڪ ۾ فرمايل آهي تہ : ”۽ انهن مان هڪڙن کي وڏي مرتبي وارو ڪيوسون تہ هڪڙا ٻين کان کي چڱا ڪم وٺن، (اي پيغمبر) تنهنجي رب جي رحمت انهيءَ دنيا ئي دولت کان گهڻو بهتر آهي. ڇا اهي (دولت) گڏ ڪندا رهن ٿا.“

هن مان ثابت ٿيو تہ هر انسان جي خلقت تہ هڪ جهڙي آهي پر هر هڪ جو مقام ۽ درجو الڳ الڳ آهي، جنهن جو تعلق آهي عمل سان. آغا شير گل سرڪي صاحب کي بہ وڏو درجو ۽ اعليٰ مقام حاصل ٿيل آهي. سرڪي صاحب کي سنڌ دوستن جو وڏو حلقو آهي، جيڪي سندس عزت بہ ڪندا آهن ۽ ساڻس محبت بہ ڪندا آهن، اهو سڀ ڪجهہ سندس نيڪ نيتيءَ، سچائي، ڀلائي، خير خواهي ۽ سيني ۾ ٻين لاءِ همدرديءَ ۽ احساس واري دل رکڻ سبب آهي.

قرآن پاڪ ۾ فرمايل آهي تہ: ”جن ايمان آندو ۽ عمل (ڪم) ڀلا ڪيا، انهن جي لاءِ مان الله پاڻ ماڻهن جي دلين ۾ محبت بہ پيدا ڪندو آهيان ۽ انهن جي لاءِ ماڻهن جي دلين ۾ عزت بہ پيدا ڪندو آهيان.

جيڪڏهن احساس زندهہ آهن تہ پراوا بہ پنهنجا لڳندا آهن ۽ جي احساس مرده ٿي ويندا آهن تہ پوءِ پنهنجا بہ پراوا لڳندا آهن.

ڏٺي در اها دعا آهي تہ شال اسان سيني جا احساس زندهہ هجن ۽ محبت ۽ پيار جا رشتا دائم ۽ قائم هجن. (آمين)

آغا شير گل سرڪي جي شاعري بہ ڏاڍي پسند آئي، ماشاءَ الله سندس شاعري ڪيترن ئي موضوعن جي نمائندگي ڪري ٿي. سندس



شاعريءَ ۾ وحدانيت، رسالت، قدرت جا ڪرشما ۽ نوان نوان نظارا، حسن جون هاڪون، عشق جي امنگ، موج مستي، فراق ۽ وصال سڀ قلمبند آهن.

مان سندس ڪوشش، محنت ۽ عشق جي امنگن کي سلام ۽ خراج تحسين پيش ڪريان ٿو.

جي لوچين سي لهن، جڏهن تڏهن پرينءَ کي
ڏورينديون ڏسن، اڳڻ عجيبن جا
(شاهہ)

**پروفيسر سجاول الدين تنيو**

# ٽيون اکڙيون چار ماشاءَ اللّٰه

شاعري رڳو استعارن، تشبيهن، رديف، قافين، بحر وزن جي جڙاوت ۽ لفظن جي جادوگري جو نالو ناهي. هن وشال ڪائنات ۾ انساني اڌمن، محرومين، ناڪامين، اميدن، ڪاميابين، محبتن جي نرم نازڪ احساسن جي اظهار جو نالو شاعري آهي. سادن لفظن ۾ شاعري جيڪا جهومائي ڇڏي، ڇرڪ ڀرائي ڇڏي، اندر ۾ آنڌ مانڌ مچائي ڇڏي.

شاعري ۾ غزل جي صنف وري انتهائي نفيس ۽ مشڪل آهي. جنهن کي نڀائڻ هرڪو سؤلو ڪونهي. علامہ آءِ آءِ قاضي چوي ٿو تہ ”غزل عربي ٻوليءَ مان ورتل آهي.“ جنهن جو مفهوم آهي ”سهڻن سان محبت جون ڳالهيون ڪرڻ.“ پر هڪ ٻيو لفظ غزالا آهي، جنهن جي معنيٰ آهي ڪتڻُ، وَٽڻ. غزل غزالا مان ورتو ويو هوندو. اڳ غزل ۾ صرف عورتن جي خوبصورتي جون ڳالهيون ڪيون وينديون هيون. انهن جي اکين، ڇپن، وارن، چيلهہ ۽ ٻين عضون جون تشبيهون ڏنيون وينديون هيون. خليفي گل محمد گل ۽ شيخ اياز ان تي ڪامياب تجربا ڪيا. جنهن ڪانپوءِ غزل هر شعر ۾ مختلف موضوعن تي لکڻ جو رواج پيو ۽ غزل ترقي ڪئي.

اهو انساني سڀاءُ آهي، انساني فطرت ۽ عاشقي آهي تہ هو جنهن سان محبت ڪندو آهي، هن جي هر ادا، هن سان لاڳاپيل هر شئي سان پيار ڪندو آهي. عاشق، محبوب جي اڳيان پنهنجي هستي وڃائي ڇڏيندو آهي. هن جي ڪائنات محبوب هوندو آهي. هن جي دمَ سان، هن



جو دمُ هوندو آهي. آغا شير گل سرڪيءَ بہ هيئن غزل جي سٽن ۾ اهڙي وارتا جو ذڪر ڪيو آهي:

شهر پيارو لڳو تنهنجي ڪري
سهڻو سارو لڳو تنهنجي ڪري
اڳي ايترو ڪڏهن ڪونہ رُنو هُئس
اکڙين کي گهارو لڳو تنهنجي ڪري
ميڙ ماڻهن جي ۾ مايوس مجبور
”گل“ ويچارو لڳو تنهنجي ڪري

آغا شير گل سرڪيءَ غزل جي سٽن ۾ ڪمال سان محبوب جي مزاج جي روئداد بيان ڪئي آهي، جنهن مان هن جي مشاهدي کي پروڙي سگهجي ٿو. ان سان متفق ٿيڻو پوي ٿو، سهڻو، سهڻي کي برداشت نہ ڪندو آهي، ساڙ ڪندو آهي. هتي چنڊ جو ساڙُ ڪرڻ سني، سهڻي ۽ جديد تشبيهہ آهي.

چنڊ توکي ڏسي چڙي لڪي ٿو وڃي
صبح تائين پکي ستارن جي چانو آ

جيتوڻيڪ غزل معنيٰ، مفهوم ۽ فڪري لحاظ کان روايتي آهن پر جي ڪرافٽ جي اکين سان ڏسجي ٿو تہ ”واهہ“ نڪري وڃي ٿي. ڪهڙي نہ سهڻي نموني سان ماشاءَ الله جو استعمال ڪيو آهي. بظاهر سادو غزل بہ پڙهندڙ کي ڇڪي، پڙهڻ لاءِ مجبور ڪري رهيو آهي.

ڪارا وڏا وار ماشاءَ الله
سورنهن سال چمار ماشاءَ الله

مون توڏي ڏنو، تون مون ڏي ڏنو
تيون اکڙيون چار ماشاءَ الله

پيار ۾ جدائي جو پهلو ڏاڍو ڏکائيندڙ هوندو آهي. رسڻ، پرچڻ پيار جا معمول هوندا آهن. هتي آغا شيرگل سرڪيءَ جي وائيءَ جو نمونو پيش ڪجي ٿو، جيڪا فڪري حوالي سان سگهاري آهي:

نہ وڏائي هجي
نہ جدائي هجي
پيار اهڙو ڪجي
محبت، محبت
وات وائي هجي
پيارو اهڙو ڪجي
”گل“ رکي ياري
پوءِ نيائي هجي
پيار اهڙو ڪجي

بارش موسم کي دلربا بڻائي ڇڏيندي آهي، جنهن سان اندر جا اُڌما ڪَرُ موڙي جاڳي پوندا آهن. يادون واهڙ ڪري وهي پونديون آهن. ڇتل ڦٽ اٿلي پوندا آهن. آغا شير گل سرڪيءَ ڇؤسٽن ۾ پڻ اهڙي منظر نگاري ڇٽي آهي.

جڏهن بہ بارش برسي آهي
دلڙي تولاءِ تڙپي آهي
اجان بہ ساڳيا جوان جذبا
ڌڪ ڌڪ دلڙي ڌڙڪي آهي

*



سامهون تنهنجي ويهي نٿو سگهان
ڏسڻ ڪانسواءِ رهي نٿو سگهان
توکي ٻين سان جڏهن ٻيلي ٿو ڏسان
اهو سور بہ سهي نٿو سگهان

آغا شير گل سرڪي آس، اميد ۽ اوسيئڙي جو شاعر آهي. هن وٽ زندگي محبوب بنا اڻپوري آهي. هو محبوب اڳيان نيستيءَ جو قائل آهي. هو هر پل پيار ورهائڻ ۾ گذاري ٿو. هن جي شاعريءَ جا موضوع ڌرتيءَ جا آهن. هتان جي ماڻهن جا آهن.

**مختيار چنو**

# آغا شير گل هڪ اهل دل انسان

آغا شير گل محبت ۽ اخلاص جو انمول ڪردار آهي. نثر سان گڏ شاعري ۾ به طبع آزمائي ڪندا رهن ٿا. سندن لکڻين ۾ آفاقيت جو غلبو آهي. پاڻ نسل پرستي، فرقا پرستي ۽ تنگ نظري جي بدران اعليٰ انساني قدرن جو پارکو آهي. سندن ان ڏس ۾ صوفي خيال واضح آهن. منهنجي ساڻن ملاقات 2011ع کان آهي، پر گذريل ڪجهه عرصي کان وڌيڪ ويجهڙائپ ۾ رهڻ جو موقعو مليو آهي. مان اميد رکان ٿو ته انشاء الله ادب جي ميدان ۾ سنو لاپ ڪمائيندا. پنهنجي نالي ڪي مثبت نروار ڪندا ۽ حق ۽ سچ جي پيغام کي روشناس ڪرائڻ ۾ جوڳو ڪردار ادا ڪندا رهندا.

**نذير احمد چنا**
**منصور حلاج فائونڊيشن**



# محبتون ونڊيندڙ ماڻهو

شاعريءَ جو فن هڪ آفاقي فن ۽ قدرتي ڏات آهي. جيڪو قدرت طرفان ڪنهن ڪنهن خوش نصيب انسان کي عطا ٿيندو آهي. هڪ سٺي شاعر جي خوبي اها آهي ته سندس شاعري سهڻي خيالن سان گڏوگڏ معاشري جي هر پهلو تي گهري نظر هجي. جيڪا آغا شير گل سرڪيءَ جي هن شاعريءَ ۾ محسوس ٿي رهي آهي.

آغا شير گل سرڪي صاحب جن سان منهنجو واسطو پهرين ملاقات 2010-11 ۾ سندس گلشن حديد واري گهر تي ٿي.

آغا صاحب سان اها پهرين ملاقات به ڪنهن دوست جا ڪتاب ڪائنس وٺڻ جي سلسلي ۾ ٿي. پهرين ئي ملاقات ادبي ملاقات هئي. مون ان پهرين ملاقات ۾ ئي محسوس ڪيو ته آغا صاحب آغا شير گل سرڪي جن جو ادب سان بيحد لڳاءُ ۽ چاهه آهي. مون کي هو ادبي شخص لڳا.

منهنجو اهو اندازو، پيش گوئي آغا صاحب جو هي شاعريءَ جو مجموعو ڏسي صحي ثابت ٿيو.

سچل جي نگري راڻي پور جو ڄائو محترم آغا شيرگل سرڪي صاحب شاعر هئڻ سان گڏوگڏ هڪ محبتي انسان، خوش اخلاق، اصول پسند ۽ مهمان نواز انسان آهي ۽ سندس مسڪرائيندڙ انداز ته ڪو وٽائنس سکي.

شاعري دل جو هڪ انمول احساس آهي، احساسن جي اظهار جو نالو آهي. آغا شير گل شاعريءَ جي هن ڪتاب ۾ مختلف موضوعن جن ۾

محبت، عشق، وڇوڙي، فراق، بيقراري، تڙپ، ميار، ڌرتي، اميد، سونهن، ماءُ (ممتا) وغيره تي بهترين نموني شاعري ڪري پنهنجي انمول احساسن جو اظهار ڪيو آهي.

هر انسان کي پنهنجي وطن، ڌرتي سان محبت هجي ٿي ۽ هر ڪو پنهنجي پنهنجي انداز ۾ وطن سان محبت، وفاداري ظاهر ڪري ٿو. آغا شير گل بہ پنهنجي خوبصورت لفظن ۾ چوي ٿو تہ:

سنڌ ۾ سنڌين جو ساهہ آهي
جيئن چنڊ چڪور جو چاهہ آهي
ڌرتيءَ کي ماءُ چئون ٿا
صديون پراڻو ويساهہ آهي

آغا شير گل سرڪي جي شاعريءَ جو هر لفظ جذبات ۽ احساس سان ٽمٽار نظر اچي ٿو. اهڙن ئي جذبن جي تصوير هيٺين شعرن ۾ ڏسي سگهجي ٿي:

عشق حملو ڪيو اوچتو
مون ڏٺو اچ اهو اوچتو

❋

سهڻن کي ڏسي پيو ٺرندو آهيان
راهن جو رولاڪ پيو رلندو آهيان

❋

سهڻي جي سونهن سينگار تہ ڏسو
قربن سندو سندس ڪردار تہ ڏسو
هر هر پڇي ٿو حال، گڏ بہ ويهاري ٿو
ڪيڏو قلب کي آ قرار تہ ڏسو



هن مٿين شعرن ۾ شاعر لفظن ڪي جذبات جو عڪس بڻائي انگ انگ ۾ پيار، محبت جي احساسن جي باهہ پڙڪائي ڇڏي آهي.

شاعر هيٺين شعر ۾ اهڙن ماڻهن ڏانهن اشارو ڪري ٿو جيڪي پنهنجي زندگي بي پرواهہ، غافلن واري گذاري رهيا آهن جن کي ٻين جو احساس ڪونهي.

شاعر انهن جي دل ۾ الله جو خوف پيدا ڪري ڪين سڌي راهہ، اصول واري زندگي گذارڻ لاءِ سمجهائي چوي ٿو تہ:

گهڙي دم دنيا ۾ رهڻو آيارو
هر سور ستم سهڻو آيارو
هتي انسان ڪيڏيون ارڏايون ڪري
هلي هُت حساب ڏيڻو آيارو

هيٺين شعر ۾ شاعر پنهنجي دوستن کي ميار ڏيئي ڏک ڪري پيو تہ دوستن مان محبت وفا ختم ٿي ويئي آهي، پاڻ شاعريءَ ۾ بهترين نموني دوستن جي روين ۽ سلوڪن جي شڪايت ڪندي چوي ٿو تہ:

دوستن وٽ دوستي رهي ناهي
مند بہ محبتي رهي ناهي
قول ۽ قصا وڏا سڀين جا
پر ڪا بہ قربتي رهي ناهي

شاعر پنهنجي پياري ماءُ کي ياد ڪندي ساڻس محبت جو اظهار ڪندي چوي ٿو تہ:

ماءُ جي ممتا پيار وسري ڪٿي ٿو
وڏو سايي جو سنسار وسري ڪٿي ٿو

جنهن جي هنج ۾ هيج حجتون ڪيم
ڪيل هر هڪ آر وسري ڪئي تو

ماءُ ان هستيءَ جو نالو آهي جيڪا زندگي جي سيني ڏکن ۽ مصيبتن کي پنهنجي جهول ۾ لڪائي ڇڏيندي آهي. ماءُ پنهنجي سموري زندگي پنهنجن ٻچن ٻارن جي خوشين ۾ گذاري ڇڏيندي آهي. ماءُ هر حال ۾ پنهنجي اولاد کي خوش ۽ ڪامياب ڏسڻ چاهيندي آهي.

ڏٺي پاران اولاد لاءِ ماءُ دنيا جو سڀ کان خوبصورت تحفو آهي. ماءُ ته هڪ اهڙو گل آهي جو جيستائين دنيا ڪائنات کي خوشبو سان مهڪائيندي رهندي.شاعر بحيثيت اولاد پنهنجي ماءُ کي انمول لفظن ۾ پيٽا ڏني آهي.

آخر ۾ آئون هن دعا سان پڄاڻي ڪندس ته شاعريءَ جي وسيع دنيا ۾ آغا شيرگل سرڪي جي سهڻي سلوڻي شاعري سندس سڃاڻپ بڻبي ۽ هن جون تخليقون سنڌي ادب ۾ ڪاميابي ۽ ڪامراني جون بلنديون ماڻينديون ۽ سندن شمار سنڌ جي سر موڙ شاعرن ۾ ٿيندو.

**سيف الله پليجو**
**جنگشاهي، ٺٽو**



# محبت ۽ عاجزيءَ جو شاعر

حبيبن هيڪار منجهان مهر سڏ ڪيو
مون سڀ ڇمار، اوڻ اهوئي ٿيو
(شاهه)

آغا شير گل سرڪيءَ جي هن شاعريءَ واري ڪتاب ۾ محبت، پيار ۽ عاجزي جي پالوٽ ٿيل آهي. شاعر جا احساس دل ۽ دماغ ۾ گهنڊ جيان وڃندا محسوس ٿين ٿا. هن بهترين شاعريءَ جو ڪتاب تخليق ڪري سنڌي ادب ۾ پنهنجو حصو پرتيو آهي. اهڙي دل ڏڪائڻ واري دور ۾ هن شاعريءَ ۾ محبت، عاجزي، پيار خوشبوءِ پکيڙي اسان ٻارن کي به خوشبوءِ دار ۽ عاجزي سيکاري آهي. ڇاڪاڻ ته هو خود محبت ڪندڙ، پيار ڏيندڙ، انسان آهي. مون ٻيا به شاعر ڏٺا آهن پر اهي پنهنجي رنگ ۾ ڏاڍا ظالم آهن. پر هي شاعر ته عملي طور تي عاجزي رکي ٿو. فقيرن توڙي اميرن سان ساڳيو رويو رکندي محبت ۽ پيار ونڊي ٿو. آئون ڪو ليکڪ ناهيان قومي ڪارڪن آهيان. مون کي ته هن انسان محبت جي قيد ۾ قابو ڪري ڇڏيو آهي. مون جهڙو سخت طبيعت ماڻهو به هن جي محبت ۾ عاجزي جي ڪري ميڻ ٿي پيو آهي. مون ڏٺو آهي ته هن جي من ۾ اپتري ته محبت سمايل آهي جو جيڪڏهن محبت جا پيالا ڀري پي وڃجن ته به ڪٽندا ڪو نه. شال سدائين خوش ۽ آباد رهي.

**گل حسن چانڊيو (گل انقلابي)**

## محبتن جو سفير شاعر

آغا شير گل سنڌي شاعريءَ جو مسافر آهي، جيڪو تخليقي سفر واري سٽ ۾ شامل ٿيو آهي. زمانو عشق جو هجي يا شاعريءَ جو، اهو جنون جو زمانو هوندو آهي. هر ماڻهو چاهيندو آهي تہ ڪيس ٻڌو وڃي، سمجهيو وڃي ۽ ڌيان ۾ آندو وڃي. آغا شير گل پڻ ان دور مان گذري رهيو آهي. سيني جي ڌيان جو طالب آهي.

آغا شير گل شاعريءَ جي بنيادي گهرجن کي چڱي نموني سمجهي ۽ ڄاڻي ٿو. ان جي استعمال جو بهتر سفر ڏانهن آهي. پوءِ بہ شاعريءَ جي دنيا گهڻو ڪجهہ گهري ٿي ۽ گهڻو ڪجهہ ظاهر آهي تہ وقت سان ظاهر ٿيندو آهي.

آغا شير گل محبت جو سفير آهي، سندس لهجو نرم ۽ سادگي وارو آهي. جنهن ۾ ڪنهن بہ قسم جي بناوت ناهي ۽ سندس شاعري ئي هن جي صحيح سڃاڻپ ٿيندي.

**راجا طارق گلال**



## خوبصورت ادائن جو شاعر

صوفي شاعر حضرت سچل سرمست رحہ وارو خطو علم ۽ ادب جي حوالي سان زرخيز خطو رهيو آهي، درازا ۽ راڻيپور وچ ۾ ٻہ ڪلو ميٽرن جو مفاصلو مشڪل سان ٿيندو. تاريخي شهر راڻيپور سان تعلق رکندڙ سنڌ جو خوبصورت ادائن جو شاعر آغا شير گل سرڪي، جنهن حياتيءَ جو وڏو حصو هن ئي سچل جي نگريءَ ۾ گذاريو آهي. هجرت ڪرڻ ۾ ڪوئي عيب ناهي، ڪجهہ سالن کان سائين آغا شير گل راڻيپور کي عارضي الوداع ڪري روشنين جي شهر ڪراچيءَ ڏانهن هليا ويا، وري ڪراچيءَ ۾ ان علائقي جي چونڊ ڪيائون، جنهن کي مان شاعرن، اديبن، ليڪڪن ۽ دانشورن جو علائقو چوندو آهيان، جتان جو ماحول مون کي بہ پسند رهيو آهي، جنهن کي گلشن حديد چوندا آهن. آغا شير گل بہ گلشن حديد کي پنهنجو مسڪن بنايو، جتان جون شامون دلفريب هونديون آهن، خاص ڪري شام واريون هوائون پرين جي پار جا سنيها کڻي ايندڙ محسوس ٿينديون آهن. گلشن حديد جي پهاڙي پارڪ ۾ مختلف گلن جي ٽڙيل مکڙين مان ڦٽي نڪتل گلن مان پيدا ٿيل خوشبوءِ جي ڪري ماحول صفا معطر لڳندو آهي، اتي ويٺي ڪو نئون نڪور غزل تخليق ڪجي تہ ڪمال جي منظر نگاري بہ ٿيو وڃي.

هڪڙا ماڻهو شاعر هوندا آهن ۽ لڳندا ناهن، ٻيا وري شاعر هوندا ناهن پر پنهنجي سڀاءَ يا ڏيک مان لڳندا آهن پر آغا شير گل شاعر آهي ۽ هو لڳندو بہ شاعر ئي آهي. بي فڪر ۽ بي ريا ۽ سدائين صوفي خيال رکندڙ، انسانيت پرست ۽ هو سچ پچ بہ پيارو ماڻهو آهي.

يلا هيءَ دنيا، هيءُ سماج جتي هر وقت ماڻهوءَ کي نڳيءَ جا ناهه
ڪرڻا پون ٿا، الائجي ڪيترين ناجائز خواهشن ۽ اجاين مصلحتن آڏو
سربسجود ٿيڻو پوي ٿو، اتي اسان جو محسن سائين آغا شير گل سِڌو ۽
کرو، مست ملنگ ۽ پير تي ڏؤنڪي جيان نهه پهه ۽ ڪَڙو سچُ چئي ڏيڻ
وارو. هن کي سچ ڳالهائڻ، سچ ٻڌڻ، لکڻ سان دل آهي، اُن ڪري هن
ڪڏهن به سچ لاءِ مصلحتن ۽ منافقتن جي لُنڊا بازار مان ڪپڙا وٺڻ جي
ڪوشش نه ڪئي آهي. اهو ئي سبب آهي، جو سائين آغا شير گل جي
دوستيءَ جو حلقو مختصر ئي سهي مگر صاف دلين وارو آهي وري ان ۾
اڪثريت غريب طبقي سان گهڻي نظر ايندي آهي ۽ مان به هن جي ان لا
اُبالي ۽ مست ملنگ سڀاءَ کي پسند ڪندو آهيان.

سائين آغا شير گل جي شاعري به اهڙي ئي وٽندڙ آهي، جو اُن
کي سنڌي ادب جي اتهاس ۾ ڪنهن به ريت وساري يا نظرانداز نٿو
ڪري سگهجي. هن دور ۾ جتي هر شئي وڪامجي پئي، جتي هر شئي
پنهنجا اگهه پاڻ رکيا آهن ۽ جتي خوابن کان ساپيائن تائين ۽ ضميرن
کان انائن تائين، هر شئي بازار جي جنس تي پئي آهي، اُتي ڪي اهڙا به
آهن، جن کي اسان اڃا به پنهنجو سڏي سگهون ٿا ۽ سائين آغا شير گل
جو شمار اهڙن ماڻهن ۾ ٿيندو، جو ته هن جا شعر سلامت آهن ۽ سندن
اکيون اڄ به وڏن آدرشن جا خواب نه ڏسڻ جي بي ايماني نٿيون ڪري
سگهن. اهڙن ماڻهن کي خريد ڪري سگهجي ٿو، پر مادي شين سان نه،
دلين سان، روحن ۽ رشتن سان، محبتن سان هنن جي دل ۾ جڳهه جوڙي
سگهجي ٿي. هڪ شاعر ڪيفيتن جي عڪسن ۾ چٽيل ڪيئي خواب
پنهنجي شاعراڻي انداز ۾ پوئيندو آهي. جن کي تعبيري روپ ارپڻ لئه
هُو ذهني طور سدائين تيار رهندو آهي.



تخليقي عمل ڪڏهن به واپرايل يا جهونو ته نه ٿيندو آهي بلڪه
ان تخليقي شعرن جي چوس، رس ۽ چسُ ۾ سدا نواڻ پئي بخشندي آهي،
ايئن ئي آغا شير گل سرڪي جن جي شاعريءَ ۾ چس، رس ۽ نواڻ
محسوس ٿئي ٿي. سندس احساسن ۽ ڪيفيتن سان ڀرپور غزل مان
ڪجهه سٽون بيان ڪجن ٿيون:

اداس موسم تنهنجو انتظار آ
توسان ملڻ لاءِ من بيقرار آ
اکين ۾ لڙيون لڙڪن سنديون
دردن جو دريا صفا تار آ

ڊاڪٽر الهداد ٻوهيي استاد بخاريءَ جي ڪتاب ”او تون
جوتون“ جي مهاڳ ۾ لکيو آهي:”سچ پچ ته اها شاعري، جيڪا ڪنهن
کي سڏي نه ٿي سگهي، ڪنهن کي پيار نه ٿي ڪري، ڪنهن سان به
سچي ناهي، ڪنهن کي به جياري ۽ اٿاري نه ٿي سگهي سا بڪواس
آهي.“ پر جڏهن اسان سنڌ جي خوبصورت ادائن جي شاعر آغا شير گل
سرڪيءَ جي شاعريءَ کي پڙهون ٿا ته هُوءَ پاڻ ڏانهن سڏي ٿي، اگهور
ننڊ مان اٿاري ٿي ۽ ڪنهن مرده دل کي سحري قوت بخشيندي جياري ۽
هُن ۾ زنده دل جذبو جاڳائي ٿي. آغا شير گل سرڪيءَ جي شاعريءَ جون
هيءُ سٽون ڪيڏيون نه خوبصورت آهن جنهن ۾ هن پنهنجي ڌرتي سان
محبت جو اظهار ڪيو آهي:

پرڏيهه ۾ وطن جي ياد ستائي ٿي
سانگين لاءِ ور ور دل واجهائي ٿي

جســـــم پـــــرديس ۾ پــــر روح آ ديــــس ۾
دوريءَ جـــي هـــر گهـــڙي رڳـــو گهـــائي ٿـــي
ســـنڌ جـــي ســـونهن ۽ ســـرهاڻ پنهنجـــي آ
جـــا دم دم دل کـــي ”گُـــل“ تڙپـــائي ٿـــي

فيض احمد فيض اعليٰ شاعريءَ جي خوبين تي ڳالهائيندي پنهنجي هڪ مضمون ۾ لکيو آهي تہ ”سهڻو شعر اُهو آهي، جيڪو نہ فقط فن جي معيار تي، پر زندگيءَ جي معيار تي بہ پورو لهي سگهي.“

آغا شير گل سرڪيءَ جي ذات/ شاعريءَ ۾ رمزيت حوالي سان ڪوبہ جهول ڏسڻ ۾ نہ ٿو اچي، بلڪ سندس شاعريءَ جو سفر پنهنجي جوت ۽ جوهر ۾ گهڻ رخو، وسيع ۽ وشال آهي. سندس تخيل ۽ ان ۾ جذبات جي تشريح، توضيح وسيع، سندس شاعري شعوري ۽ فڪري اوسر کي عيان ڪندڙ، موزونيت ۽ موسيقيت سان سرشار آهي. هُونءَ بہ هڪ تخليقڪار پنهنجي من اندر سدا زنده فڪر، تصورَ ۽ احساسن جي انوکي دنيا رکي ٿو ۽ هُو پنهنجي اُن تخليقي دنيا ۾ ڪيئي خيال، تصور، جذبا ۽ احساس اوتي ٿو.

آغا شير گل سرڪيءَ جا سندر ۽ من موهيندڙ خيال جيڪي رنگن جي ڪئنواس تي چٽيل آهن، سي ڪيفيت ۽ منظرنگاريءَ ۾ سُنا لڳن ٿا. سندس قلم جي پابوهہ، نفاست ۽ نزاڪت نهايت منفرد ۽ اعليٰ آهي. جديد سنڌي شاعري جي نئين شاعراڻي جهان جو بيحد سهڻو نالو آغا شير گل آهي، مون ڪيس جڏهن بہ پڙهيو آهي، نئين لهجي جي ميناج، مونکي ڪيڪاريو آهي:



سامهون تنهنجي ويهي نٿو سگهان
ڏسڻ ڪانسواءِ رهي نٿو سگهان
توکي ٻين سان جڏهن ٻيلي ٿو ڏسان
اهو سور بہ سهي نٿو سگهان

يا سندس ٽي غزل جو هيءُ بند بہ ڪمال جو آهي:

تنهنجون يادون سانوڻ مينهن
دل تي دڙڪي سارو ڏينهن.

آغا شير گل شاعريءَ جي مختلف صنفن تي خوبصورت انداز ۾ طبع آزمائي ڪئي آهي، خاص ڪري غزل، نظم، وائي، چؤسٽا وغيره اچي وڃن ٿا. غزل جي صنف آغا شير گل سرڪيءَ جي محبوب صنف رهي آهي، سائين جي شعري مجموعي ۾ غزلن جو تعداد گهڻو آهن، سندس هڪ غزل جو هي بند ڪيترو نہ خوبصورت آهي:

شهر پيارو لڳو تنهنجي ڪري
سهڻو سارو لڳو تنهنجي ڪري

مان سمجهان ٿو تہ موجوده دورجي شاعرن ۾ آغا شير گل سرڪي اهڙو مصور شاعر آهي، جيڪو بنا برش ۽ رنگن جي پنهنجي علم فهم ۽ من جي سندرتا ذريعي خوبصورت ۽ رنگ برنگي تصويرون چٽيندو رهي ٿو. سائين آغا شير گل جي هڪ نظم جنهن ۾ ڪمال جي حقيقت ۽ منظر نگاري چٽيل آهي:

هر نظارو نكري، تي نبار آيو
بهار آيو، بهار آيو، بهار آيو

بهار آيو....بهار آيو.....

وڻن تڻن ۾، گل ۽ گؤنچ تہ ڏس
خوشبو جو جت ڪٿ خمار آيو

بهار آيو....بهار آيو.....

نهايت خوشيءَ جي ڳالهہ آهي تہ سائين آغا شير گل سرڪيءَ جو شعري مجموعو ڇپجي پڙهندڙن وٽ پهچي ويو آهي جنهن جو سندس چاهيندڙن کي وڏي عرصي کان شدت سان انتظار هو، سائين آغا شير گل جو هي شعري مجموعو سنڌي ادب ۾ هڪ خوبصورت ڪتاب جو واڌارو آهي.

**زين سولنگي**



# جيڪي ڏٺو مون

استاد شير گل سرڪي جي شاعريءَ ۽ شخصيت تي جڏهن نظر پئي تہ سندس والد حاجي زوار ربنواز سرڪيءَ جي شخصيت سامهون اچي وئي. ان جي تربيت گل فيملي مان چٽي نظر اچي رهي آهي، سيني گلن جي پنهنجي نياري خوشبوءِ آهي پر جڏهن استاد شير گل سرڪي جي شخصيت تي نظر پئي تہ مون سمجهيو تہ شاعريءَ کان وڌيڪ سائينءَ جي شخصيت تي بہ لفظ لکجن.

جيئن تہ سائين سان ننڍپڻ ۽ جواني گڏ گذري آهي. اسان استاد شير گل سرڪي ۽ ڊاڪٽر حسين گل سرڪي صاحب سان پهرين درجي کان مئٽرڪ تائين گڏ پڙهيا آهيون. ڪلاس ۾ بہ گلن جي جوڙي مشهور هئي. رب پاڪ جهڙي ڪين سهڻي صورت ڏني، تهڙي الله ڪين سهڻي سيرت ڏني. نفيءَ جو ونڊ تہ پهريائين امام حسين عليہ السلام جي در تان مليل هيو جو پاڻ غريب شاگردن سان محبت بہ ڪندا هئا ۽ سندن عزت بہ ڪندا هئا ۽ وڏن ماڻهن جي اولاد جي بہ عزت ڪندا هئا پر سنگت سندن هميشہ غريب شاگردن سان رهي. هو اڄ تائين انهن دوستن سان گڏ آهن، انهن جي غمين ۽ خوشين ۾ ڏکن ۽ سکن ۾ گڏ هوندا آهن جيڪڏهن ڪو وڏو ماڻهو هنن جي غريب دوست کي اهميت نہ ڏئي تہ هي ان وڏي ماڻهوءَ کي اهميت نہ ڏيندا آهن. هو انهن دوستن کي پنهنجي پاءُ کان سواءِ سڏ نہ ڪندا آهن. هٿ جي سخا تہ ڪين پنهنجي والد مرحوم حاجي زوار ربنواز سرڪيءَ کان ورثي ۾ ملي آهي پراڻي ڳوٺ واري حويلي،

ان جي اڳيان اوطاق، مسجد، نلڪو ۽ علم پاڪ نصب ٿيل ڏٺو سين. سويي ديري کان راٽيپور رستي تي سندن فقرائي آستاني تي هر اچڻ وڃڻ وارو مسافر سڪون وٺندو هو ۽ گل ڀائر ننڍپڻ کان سندن رياضت ۽ خدمت ۾ مصروف هوندا هئا. اڄ به راٽيپور وارو آستانو ڊاڪٽر حسين گل سرڪي هلائي پيو ۽ ڪراچي ۾ استاد شير گل سرڪي ۽ گل برادرس هر آيل مهمان جي سيوا ڪندا رهن ٿا. فيس بڪ تي ۽ روبرو محبتن جا ميڙاڪا روز ڏسي رهيا آهيون. الله سائين کان دعا آهي ته گل برادران کي بد نظر کان بچائي ۽ سندن اولاد کي به پيار، محبت، رياضت ۽ خدمت نصيب ڪري، اهڙيون محفلون ۽ ميڙاڪا جاري ۽ ساري رهن. آمين ثم آمين

**فقير عبدالمجيد عرف احسان علي ملاح**
**راٽيپور**



# شاعري

# حمد

رحيم بہ تون آهين، رحمان بہ تون
ڪرين ڪرم ڪيڏا، مهربان بہ تون

تون عنايتون ڪر رحمتن جون
اي اعليٰ عليم، عاليشان بہ تون

تنهنجي خدائي جي حد نہ سرحد ڪا
ڌرتي، دنيا توڙي آسمان بہ تون

تنهنجو ڪامل ڪلام ڪمال جو
قادر، قدرت، قرآن بہ تون

محمد جهڙو محبوب تنهنجو
عاشقيءَ جي پهرين اذان بہ تون

سائل ”گل“ پيو توکي ٿو پڪاري
منهنجو الله بہ تون، ايمان بہ تون

***



# نعت

نور رحمت آهين تون، اي محبوب خدا
ڪائنات آبي رنگ، سهڻا توکان سواءِ

تنهنجي ساراهہ جا سوجهرا، سيئي صبح جهڙا
تنهنجي واڪاڻ جا ٽڙن پيا گل سدا

تنهنجي سونهن جو نہ ثاني ڪو سنسار ۾
هڪڙي ديد لاءِ ديوانا شاهہ توڙي گدا

تنهنجي سڪ جو سمونڊ ڇوليون پيو هڻي
سلامن جي صلواتن جي جاري آ ورڪا

تنهنجي عشق ۾ ”گل“ پڻ گرفتار آ
مديني جا مير مُرسل محمد ﷺ مٿا

***

# منقبت

کيڏو ڏکيو صبر جو امتحان حسين عہ جو
۽ پھاڙن کان پختو ايمان حسين عہ جو

جنھن جي عشق جو دنگ نہ دنيا ۾
آ اسلام تي وڏو احسان حسين عہ جو

مالڪ جي مرضيءَ کي مان ڏيڻ لاءِ
تي ويو سارو عيال قربان حسين عہ جو

اچانڪ دوکي جون ديوارون ويون اڏجي
ڪربلا جو رڻ ھو ميزبان حسين عہ جو

جنھن جي سچ جو سوجھرو ختم ٿيڻو نہ آ
نت نت نانا کي ھو ارمان حسين عہ جو

پنجتن جي باغ جو ھڪڙو ”گُل“ حسين
جنت جو سارو گلستان حسين عہ جو

***



# غزل

# غزل

غم نہ ڪر تون منهنجا يار
ڪٽندو تنهنجا باري بار

جنهن جو نانءُ عظمت وارو
لهندو سوئي پنهنجي سار

هر دل جي آ ڄاڻ اُن کي
هُن جي پري تائين نيڻ نهار

هُن وٽ ڪا ڪمي ڪڏهن نہ آ
جنهن وٽ ڪوڙ خزانا انبار

ڪير ڪنهن کي ڇا ڏئي سگهندو
ڏيڻ وارو هڪڙو آ ڏاتار

ان تي پڪو يقين پنهنجو
پنهنجا ٻيڙا ڪري پيو پار

”گل“ غمگين ٿيڻو نہ آهي
مولا مالڪ ڪيڏو رب ستار

***



# غزل

گهڙي دم دنيا ۾ رهڻو آ يارو
هر سور ستم سهڻو آ يارو

هتي انسان ڪيڏيون ارڏايون ڪري
هلي هُت حساب ڏيڻو آ يارو

مرڻ بعد خاڪ سان خاڪ ٿيندين
قبر ۾ پڇاڻو ٿيڻو آ يارو

ٻُري ۽ ڀلي ڪي سڃاڻڻ جي لاءِ
ديد سان ڌيان ٻہ ڏيڻو آ يارو

هتي گهڙيءَ جو آ کيل ”گُل“
مري مالڪ ڏانهن هلڻو آ يارو

***

# غزل

سنڌ ۾ سنڌين جو ساھ آهي
جيئن چنڊ چڪور جو چاھ آهي

ڌرتيءَ کي ماءُ چئون ٿا
صديون پراڻو ويساھ آهي

سنڌ اجهان سلامت آهي
ڪيترن ئي ڪئي ڪاھ آهي

جو سنڌ ۾ رهي سنڌي سڏائي
انهيءَ سان پنهنجو ٺاھ آهي

جنهن بہ ڪئي غداري ڏسو
اهو ڀٽڪي ويو راھ آهي

سنڌڙي تو ۾ ”گل“ ٽڙن
توسان محبت بي پناھ آهي

***



# غزل

منهنجي پياري پياري سنڌڙي
جنهن سان جڙيل آهي جندڙي

جنهن جي مٽي چمان اکين سان
منهنجي ماتا ڌرتي مٺڙي

مون جهان گهميو آ سارو پر
تون سين ڪان سهڻي سُٺڙي

جن تو ڏانهن ميري اک ڪنئي
سي ويا سارا سراسر اُجڙي

***

# غزل

پرديس ۾ پنهنجن پيارن جي ڏاڍي ياد اچي ٿي
پنهنجي ڌرتي ۽ ڌرتيءَ وارن جي ڏاڍي ياد اچي ٿي

تنهنجي پيار جو سنسار گهمان ٿو سپنن ۾
تنهنجي ٻانهن جي هارن جي ڏاڍي ياد اچي ٿي

هتي ٻه سهڻا گهڻا آهن، سڀ سارا هڻ جهڙا پر
تنهنجي نينهن نظارن جي ڏاڍي ياد اچي ٿي

”گل“ ڪان گهٽو پري آهي، ساهن ۾ رهڻ وارو سڄڻ
سونهن، سرهاڻين، گلزارن جي ڏاڍي ياد اچي ٿي

***



# غزل

پرڏيهه ۾ وطن جي ياد ستائي ٿي
سانگين لاءِ ور ور دل واجهائي ٿي

جسم پرديس ۾ پر روح آ ديس ۾
دوريءَ جي هر گهڙي رڳو گهائي ٿي

ڪيئي بندر بازاريون ۽ نظارا نوان
پر ڪا ٻه شئي نه دل کي پرڀائي ٿي

سنڌ جي سونهن ۽ سرهاڻ پنهنجي آ
جا دم دم دل کي ”گُل“ تڙپائي ٿي

***

# غزل

ماءُ جي ممتا پيار وسري ڪٿي ٿو
وڏو سايي جو سنسار وسري ڪٿي ٿو

جنهن جي هنج ۾ هيج حجتون ڪيم
ڪيل هر هڪ آر وسري ڪٿي ٿو

جنهن جي نهار ۾ نديون پيار جون
دلبريءَ جو درياءَ تار وسري ڪٿي ٿو

جنهن نپايو ڪيڏي انداز انوکي سان
هن جو قرب قرار وسري ڪٿي ٿو

جنهن جي جدائي جهوري ڪوري ڇڏيو آ
سندس صدمو سڀ ڄمار وسري ڪٿي ٿو

اجان بہ ”گُل“ دل تولئہ ڏڙڪي ٿي
مقدس ناتو نبار، وسري ڪٿي ٿو

***



# غزل

ڪارا وڏا وار ماشاءَ الله
سورهن سال ڄمار ماشاءَ الله

شال اهڙو هجين هميشہ
برڪا رُت بهار ماشاءَ الله

ساڻ سهلين سان سانئڻ
ڪونجن جي قطار ماشاءَ الله

جنهن تي وارين وڍي ڇڏين
اکڙين جي ترار ماشاءَ الله

مون توڏي ڏٺو، تون مون ڏي ڏٺو
ٿيون اکڙيون چار ماشاءَ الله

روپ نيارو، رنگ نرالو
قدرت جو شاهڪار ماشاءَ الله

***

# غزل

تنهنجي ڇهري تي وارن جي ڇانوَ آ
ڄڻ ڪا نانگن ڪارن جي ڇانوَ آ

تنهنجي سينگار مان سرهاٽيون ڦُٽن
بيحد تنهنجي مٿان بهارن جي ڇانوَ آ

چنبڊ توکي ڏسي ڇڙي لکي ٿو وڃي
صبح تائين يڪي ستارن جي ڇانوَ آ

جتان ٿي گذرين "گل" ٿا ٿڙي پون
هر راهه تي تو لاءِ نظارن جي ڇانوَ آ

❊❊❊



# غزل

سهڻي جي سونهن سينگار تي ڏسو
قربن سندو سندس ڪردار تي ڏسو

هر هر پڇي ٿو حال، گڏ بہ ويهاري ٿو
ڪيڏو قلب ڪي آ قرار تي ڏسو

برسات جي بوندن ۾ پڇڻ ڪانپوءِ
خوشين جا چڙهن ٿا خمار تي ڏسو

سندس پيار ۾ پنهنجائپ جون ڇوليون
ڳلي ۾ ٻانهن جا هار تي ڏسو

انڌن کي ڪَل ڪهڙي، مُحب ڇا محبت ڇا؟
جلون وارا جاني جلويدار تي ڏسو

نيڻ ملائي "گُل" وري هٿ ٿو ملائي
اکڙيون ٿين ٿيون چار تي ڏسو

❊❊❊

# غزل

سهڻا تنهنجو سينگار وسري نٿو
هر وفا جو وهنوار وسري نٿو

اکيون اکين سان مليون جڏهن
ٿيو تير دل مان پار وسري نٿو

تنهنجا ٽهڪ گل بڻجي ٽڙيا
سرهاڻين جو سنسار وسري نٿو

فون ڪيم تنهنجو فون مصروف
ايڏو ڪيم انتظار وسري نٿو

جيئنداسين مرنداسين گڏجي ”گُل“
اهڙو ڪيل اقرار وسري نٿو

***



# غزل

سهڻا تنهنجو ڏسڻ وسري نٿو
ٿهڪ ڏيڻ کلڻ وسري نٿو

ڪڏهن ڇال هرڻيءَ جهڙا
ڪڏهن ڊيل جان تلڻ وسري نٿو

تڙپ جي وڏي طوفان وانگي
مرڪندي اچي ملڻ وسري نٿو

سَوَ سڪون مليا هئا ساهه کي
تنهنجو گڏجي ويهڻ وسري نٿو

”گُل“ تازو هو تنهنجي هٿن ۾
رکي ڇپن تي چمڻ وسري نٿو

***

# غزل

تنهنجو حُسن پربت جهڙو
منهنجو عشق حيرت جهڙو

نفرت کان نفرت آهي
هر ڏينهن گذري محبت جهڙو

شال منهنجو ستارو ٿي پوي
تنهنجي ڀلي قسمت جهڙو

ڪڏهن ڪردار وسري نه سگهندو
هوشوءَ واري همت جهڙو

شربت وسريو نه آهي ”گل“
چپڙن جي شربت جهڙو

***



# غزل

چنڊ جو رات ۾ چمڪي پيو
پوري ڪائنات ۾ چمڪي پيو

تو کان دور منهنجو هر درد
تنهنجي تات ۾ چمڪي پيو

دل جي ڳالهه چپن تي آئي
سڀ ڪجهه بات ۾ چمڪي پيو

ڪامل ڪردار ادا ڪرڻ سان
شخص ذات ۾ چمڪي پيو

چاهه جا چند شعر لکي
شاعر ڏات ۾ چمڪي پيو

”گُل“ ٽڙيو سونهن پکيڙي
ڪيڏو پرڀات ۾ چمڪي پيو

***

# غزل

تنهنجي سونهن تي مان ڇا لکان؟
توکي پنهنجين پنبڻين ۾ پسان

تون ايڏو به مون کان پري نه ٿي
رڳو پيو ڦٿکان، رڳو پيو لڇان

نه ٿو چاهيان توکان پري هجان
هر هر، هر جاءِ توسان ملان

ويهان واندو ڪيئن ڇو پلا؟
ويٺو سڪ جو سڳو سوريان

قرب جو ڪر وسائي ”گُل“ تي
پيو سڪ ۾ سالن کان سڙان

***



# غزل

ڪا ته گهڙي گڏجي گذار
اهو ئي رهي ٿو انتظار

سونهن ۾ ڪو ثاني نه اٿئي
نظر تيز تکي تلوار

لبڙا پتيون گلابن جون
ماکيءَ جيئن مٺي گفتار

انبد لٺ هر ادا تنهنجي
نئين ويس سان ٿي نه نروار

”گل“ تولئه بنهه بي قرار
دلبر تون ئي آهين دلدار

***

# غزل

ساھ ۾ تنھنجي سار سمايل آ پيارا
سورن جو سنسار سمايل آ پيارا

اندر ۾ اڄ تڻ تنھنجي اڪثر
تن ۾ تڙپ جي تار سمايل آ پيارا

باتين ڪرڻ ۾ راتيون لڳنديون
ڪتڻ جو نہ آ پيار سمايل آ پيارا

تو سان سلھاڙيل سوچون سپنا
”گُل“ اورڻ لاءِ اظھار سمايل آ پيارا

❊❊❊



# غزل

نيڻن ۾ نشا، مُرڪ ماڪيءَ لار آھي
اھوئي تہ چوان پيو منھنجو يار آھي

چوريائين جو چيڙا، ڪيئي چنگ وڄي پيا
سندس ھر بات ۾ ڪيڏو قرار آھي

نمونن جا ناز ڪري ٿو نت نت ھو
خزان موسم ڪٿي آ، بھار ئي بھار آھي

سڀ حسين خوبرو ھيڪاندا ھڪ پاسي
پر ھو ھڪڙو سيني جو سردار آھي

گلاب جي ”گل“ جھڙي خوشبوءِ آ سراپا
واڪاڻ آ سارو ۽ سارو گلزار آھي

❊❊❊

# غزل

سچڻ تون مون ڏي نهار مرڪي
آءُ سڪ مان اچان تو ڏي سِرڪي

تنهنجو حجاب حيران ٿو ڪري
هرٽيون ٻه پون ٿيون هر ڪي

پاڻ ٻئي هڪ ٻئي لئه ته آهيون
پوءِ ڇو پري رهون پاڻ ڇِرڪي

اوهان جو مُرڪڻ ۽ ادائون
صفا مجبور آهي ”گل سَرڪي“

❋❋❋



# غزل

توکي حال دل جو ٻُڌائي نٿو سگهان
اک تنهنجي اک سان ملائي نٿو سگهان

نيڻ ڪٽي جڏهن نهارين ٿو ناز مان
اهي تکا تير آئون گُسائي نٿو سگهان

تنهنجي ٻاريل اجان اندر ۾ ٻري پئي
سا آڳ عشق جي اجهائي نٿو سگهان

عشق ۽ مشڪ لڪي ناهن سگهندا
مان به عشق کي لڪائي نٿو سگهان

ڪنهن حيلي ڏسي ”گل“ کي هِرڪي پوين
زور آهين سائين سمجهائي نٿو سگهان

❋❋❋

# غزل

منهنجي دل ۾ همت آهي
ڀلي منهنجي قسمت آهي

ڪنهن تي توکي ناهي يقين
پنهنجي پنهنجي فطرت آهي

سائين توکي ساراهيان پيو
تنهنجي مون تي رحمت آهي

هوڏ ڇڏ ۽ پوءِ ڏس تون
ڪيڏي ان ۾ عبرت آهي

پيار ڪري ٿو پيار وارن سان
پراڻي ”گل“ جي عادت آهي

❋❋❋



# غزل

شهر پيارو لڳو تنهنجي ڪري
سهڻو سارو لڳو تنهنجي ڪري

اڳي ايترو ڪڏهن ڪونه رُنو هُئس
اکڙين کي گهارو لڳو تنهنجي ڪري

فقير چيو، محبوب بنه مغرور اٿئي
جوڳيءَ جو ڍارو لڳو تنهنجي ڪري

توکي جنهن جاءِ تي ڏٺو هو مون
نوري نظارو لڳو تنهنجي ڪري

ميڙ ماڻهن جي ۾ مايوس مجبور
”گل“ ويچارو لڳو تنهنجي ڪري

❋❋❋

# غزل

ڪندي پيار ڪنهن جي نظر نہ پوي
متان ڪو ٻَرپا تي قهر نہ پوي

چوري، زوري پيار نہ ٿيندو آ
عشق تي ڪو ٻُرو اثر نہ پوي

محبت جي منڙي ماڪيءَ ۾ شل
ڪڏهن نفرت جو ملي زهر نہ پوي

هاڻي برسات بند ٿئي، سنو ٿئي
ڪچو ڪنهنجو ڪري گهر نہ پوي

اج وجڙ ۾ ڏاڍي دير تي آ ”گُل“
رڳو بند تي هن جو در نہ پوي

***



# غزل

ڏسي تو ڪي وينس دلڙي ڦُرائي
حسن جي ڦندي ۾ ڇڏيئي ڦاسائي

ڪهڙي سزا تو ڏئين ڳالهائين نٿو
ڇڏيئي راهن ۾ ڪو رُلائي

مولا وجهي ڪا تنهنجي من ۾
ڪري مهر مالڪ توسان ملائي

حال منهنجو ٻڌائيندين اکڙيون.
روئي روئي ڇڏيم پاند پُسائي

انتظارن جي آڙاهن ۾ آهيان
جيئري جُدائي نٿي يار جُڳائي

ماڻهن جا مهڻا ماري ڇڏيندا
هڪڙو ”گل“ ڪنهن سان سينو ساهي

***

# غزل

منهنجي محبت ۾ ڪو اثر بہ آهي يا نہ
ڀلا توکي منهنجي ڪا خبر بہ آهي يا نہ

مان تولئہ ڪيترو بيقرار آهيان
تون چئو توکي منهنجو فڪر بہ آهي يا نہ

مان مجبور تولئہ تون مغرور متڙا
مون لاءِ اهڙي زندگي زهر بہ آهي يا نہ

مان تولئہ ڦران پيو فقير بڻجي
تنهنجي مون تي پوندي نظر بہ آهي يا نہ

”گل“ گم سم رهي ٿو تنهنجي سوچن ۾
تو وٽ رحم ڪرڻ جو ڪو منتر بہ آهي يا نہ

❊❊❊



# غزل

خوابن ۾ هو ايندو آ
چين چورائي ويندو آ

مون کي اڱ ۾ خبر نہ هئي
پيار ۾ ايئن بہ ٿيندو آ

پرين کان هڪ پل پري
صدين وانگر لڳندو آ

ننڊ هجي يا جاڳ هجي
ساھ تہ تو ۾ هوندو آ

هڪڙو هڪڙو پاڻ ”گُل“
ويهي سور ڳڻيندو آ

❊❊❊

# غزل

مهراڻ جي ڪنڌيءَ تي اڪيلي ويٺي آهي
ساڻ نہ اٿس ڪا بہ سهيلي ويٺي آهي

ڪو گهاءُ گهرو لڳي ٿو لڳي ويو اٿس
هاٺي هوءَ حيران لڳي ٿي ڊيلي ويٺي آهي

دلداري دلاسو شايد ڪنهن نہ ڏنو آ
ڪو بہ نہ وريو آ اڃان ٻانهن ٻيلي ويٺي آهي

ڪيڏانهن سينگار ويس، ادائون، آر ويس
ڀرين واري دل جي پٿريلي ويٺي آهي

بهار پُڄاڻان خزان بہ ايندي آ ”گُل“
ڪيڏا ٿاٽا ٿري ويا پر اويلي ويٺي آهي

***



# غزل

هوءَ اڪيلي رڻ جي راهي
ڪيڏي سهٽي، ڪيڏي ڏاهي

ڪير سُڃ ۾ لهندو سار
ڪير بہ ناهي اوهي واهي

اڃڻ وڃڻ آ مشڪل
اتان ڪنهن وات آ ٿاهي

نيت تہ منزل ماٽيندي
جي ڪٿي ڪٽندي نہ ساهي

چڙهن ٿيون چاهت مان
ڪلندي عشق جي ٿاهي

***

# غزل

اداسي اکين ۾ انتظار ترار وانگي
تون جي آهين پوءِ زندگي بهار وانگي

اُگهي ڪيترا اُگهان آئون لڙڪ اکين جا
لارون ڪريو پيا لڙندا رهن لار وانگي

ڪڏهن ڳراٺي پائي ڳلي نه لاتئي
مون روز رنو آهي نيڊڙي ٻار وانگي

تنهنجي آواز مٺي جا آلاپ ڪنن ۾
پر تون پري دريا جي ٻئي پار وانگي

سيني مناٽن ڪان منو هر گهڙي "گُل" تون
تنهنجي رتي رهاڻ مون لاءِ خرار وانگي

❊❊❊



# غزل

اداس موسم تنهنجو انتظار آ
توسان ملڻ لاءِ من بيقرار آ

اکين ۾ لڙيون لڙڪن سنديون
دردن جو دريا صفا تار آ

هڪ نظر ڪٽي نهار ته سهي
سر ٻه تولاءِ حاضر سرڪار آ

ازل کان ابد تائين تنهنجو آهيان
"گُل" جو اوهان سان اٽل اقرار آ

❊❊❊

# غزل

روز ٿانوَبن تي پيو هلان ٿو ڏس
تون چوين ٿو لِڪ، ها لڪان ٿو ڏس

اٿئي پهر ڪليل اکيون منهنجون
سڀ ڪجهه آئون ڏسان ٿو ڏس

تڪيون ڪاٽيون دنيا وارن جي هٿن ۾
قدم قدم تي ڪُسان ٿو ڏس

ڪنهن ڪا آٿت اجان ڪونه ڏني آ
پنهنجا لڙڪ پاڻ اگهان ٿو ڏس

هي جيئڻ ڪهڙو، مرڻ آهي ”گُل“
سوين سور سرتي جيئان ٿو ڏس

❊❊❊



# غزل

سهٽن ڪي ڏسي، پيو ٿرندو آهيان
راهن جو رولاڪ، پيو رُلندو آهيان

ڪنهن مُرڪي نهاريو مهرباني وڏي
ڪنهن نه جي نهاريو ڪڇندو ناهيان

ڪي وار ريشم، ڪو پيار پشم
اهڙا شعر ويٺو اڪثر لکندو آهيان

خاص ڪلڻ جي عادت ناهي مون ۾
ڪو ڪلائيندو آهي پوءِ ڪلندو آهيان

حسن وارا هجن حياتي هميشه
”گُل“ گهڙي گهڙي اها دعا گهرندو آهيان

❊❊❊

# غزل

ڪر رحم مونتي مل او يار
توسان آهي اڙيل دل او يار

ڪيڏو سهڻو وري من مهڻو
آهين چڻ گلابي گل او يار

تنهنجا ٺهڪ، مهڪ ٿي وسي
تون خوش هجين پيو کل او يار

دنيا دشمن ڏي ڇو ڏسون
پيا هلندا رهندا هل او يار

جيئن ٿاريءَ ۾ ”گُل“ ٽڙي ٿو
تون به ٽڙندو رهين شل او يار

***



# غزل

سهڻا هلي آ مل تون مونسان
وڏا ٺهڪ ڏئي کل تون مونسان

احوال تنهنجو اڄان ڪونه آ آيو
اڄ سور ويهي سَل تون مونسان

تو ڪانسواءِ آئون اڪيلو اڌورو
منهنجي روح ۾ رل تون مونسان

جهڙالي جواني، جُدائي چڱي نه آ
گذار گڏ جي هرپل تون مونسان

”گل“ ته تولئه لڇيو ٿو لُڇي
پائي ڳراٽڙي ڳل تون مونسان

***

# غزل

آءُ اڱڻ، سليون سور سهڻا ويهي
ڪريون ڪي باتيون ڀرپور سهڻا ويهي

ملاقات جي موسم ڪان منهن نہ موڙ تون
دوريون سڀ ڪريون دور سهڻا ويهي

تنهنجي ياد جو روز واءُ ورندو آ
سموار ويڇا وساريون مور سهڻا ويهي

توکي ڏسندو رهان، بس پيو ٺرندو رهان
گذرن راتيون، ٿين اَسور سهڻا ويهي

منهنجا عرض نماڻا عاجزيون التجائون
محبت سان ڪرين منظور سهڻا ويهي

لڙڪن سان ”گل“ جا ڳل آلا ڏس تون
ڪو پڇايون پيار جو پور سهڻا ويهي

❋❋❋



# غزل

تنهنجون يادون سانوڻ مينهن
دل ٿي ڌڙڪي سارو ڏينهن

اڇڻ جو چئي ڪونہ آيا
آئون نپايان وينو نينهن

پيار جي پڇري ۾ آ ڦاسي پيو
جو هو شوق جو آزاد شينهن

تولئہ ايئن ٿو تنواريان
برسات لاءِ تنواري تاڙو جيئن

”گُل“ بنا پلا پوئري جي
زندگي گذري سگهندي ڪيئن؟

❋❋❋

# غزل

عشق حملو ڪيو اوچتو
مون ڏٺو اڄ اهو اوچتو

سور ڪنهن سان سليان
آيو هليو ويو اوچتو

پڇو ٿا ڪير هو جو مليو
پڇو نٿا ڇا ٿيو اوچتو

ٻنهي جا ڏار هن رستا
اهو جملو هن چيو اوچتو

”گُل“ ڪيڏا گهاءَ ڏنا هن
ڪو هن ڪي پور پيو اوچتو

❋❋❋



# غزل

محبت جو لفظ مٺو ڪيڏو
ڦُرب ۾ جاني ڪُٺو ڪيڏو

هو مور نهارڻ نٿو چاهي
مون هر هر هن ڏانهن ڏٺو ڪيڏو

وفائن بدلي جفائن ڪي
سچ ٻڌايان مون سٺو ڪيڏو

هو ٿهڪ ڏيندو، ٽلندو وتي
مون اندر ۾ ٻريو ٻٺو ڪيڏو

منهنجي اکڙين مان هن لاءِ
آ مينهنُ وڏَ ڦُڙو اُٺو ڪيڏو

❋❋❋

# غزل

پيو ٿڪ ڏئين ٻڌان پيو
ڏس مون ڏي رڳو روئان پيو

ڪپين، ڪهين يا مارين
صدما، سور سهان پيو

ڪا خطا ٿي وئي هوندي
ڳالهه اها ته مڃان پيو

تو لاءِ تڙپي تڙپي روئندي
ڳوڙها پاڻ پيئان پيو

هيڏي سزا ڇا لاءِ "گل"؟
هر هر ڪائنس پڇان پيو

***



# غزل

منهنجي سڪ سهڻا توسان سچي آ
جا رکي آياري سا پختي پڪي آ

هر ساعت سڙبو ۽ سڪيو هان
راهه روز جيئن اچ به مون تڪي آ

پيڙهي ناس ڪري پئي پلپل
جاني تنهنجي ياد جي جيڪا چڪي آ

"گل" ڪومائجي متان ڇڏي وڃي
وڇوڙي جي هوا اهڙي لڳي يڪي آ

***

# غزل

هٿڙا جوڙي ٻانهون ٻڌم توکي
زندگي جا سيئي پل ڏنم توکي

ڪي قول تو به مونسان ڪيا هئا
اهي ياد ته هوندا صنم توکي

پاڻ کان وڌيڪ مون چاهيو آ
تنهنجو آهي مون کي قسم توکي

هي غزل، گيت، وايون، بيت ڇا
اڄ ارپيان تو سڀ نظم توکي

آ "گل" عاشق ازل کان تنهنجو
دل جي ڳالهه چئي اٿم توکي

***



# غزل

وچن واعدا جي گڏجي ڪياسين
انهن کي نڀائڻ به ضروري آ

ٻرندي باهه کي ٻرندڙ نه ڇڏجي
انهيءَ کي اجهائڻ به ضروري آ

لڙڪ لوڪ کنهن جا اگهندو نه آ
لڙڪن کي لڪائڻ به ضروري آ

ڪيتريون ڳالهيون مون ڪيون توسان
اڃان ڪا ڳالهه ٻڌائڻ به ضروري آ

ڪٿي ڳاٽ اوچو ڪرڻو تو پوي "گُل"
ڪٿي ڪنڌ جهڪائڻ به ضروري آ

***

# غزل

واعدا پنهنجا پاڙ سچڻ
سور ڏئي نہ ساڙ سچڻ

پراڻا پنا پريت جا پرين
ايڏا جلدي نہ ڦاڙ سچڻ

آئون تنهنجي پير ۾ آهيان
ڪنڌ ڪلهي تي لاڙ سچڻ

ٻيا ڪم سڀ وسري ويا
رهي تي تنهنجي تاڙ سچڻ

"گُل" کي ٻيو ڪجهہ ياد نہ آ
آ تنهنجي ئي ٻاڙ سچڻ

***



# غزل

ڏکن جي دنيا وڇوڙا رُڳو
هڻ وٺ ۽ هاءِ گهوڙا رُڳو

ٻُڌايان ڪنهن کي حال دل جو
ٻُڌن نٿا، ماڻهو ٻوڙا رُڳو

رات ٻہ سوچن سمهڻ ڪونہ ڏنو
اندر ۾ وڍ ولوڙا رڳو

هجر جو حساب ڏکيو ڏاڍو
ڪهڙا هٽان پلا ڪوڙا رُڳو

ڪنهن ڪونہ اگهيا وهندا رهيا
ڳلن تان قطارون ڳوڙها رڳو

جيئري ئي جدايون "گُل"
ڪيڏا جدا رهيا جوڙا رڳو

***

# غزل

ويا چمن مان پکي اُڏامي
اڪيلو وڻ ڪي ڪري مدامي

جدائيءَ جو رڻ اڪيلو آهيان
ڪو بہ ناهي هتي هم ڪلامي

پلي نهاريو، نہ نهاريو سائين
اسان صبح توڙي شام سلامي

خوشيءَ سان بس ڪرڻي آهي
اوهان جي در جي يار غلامي

اوهان جي هر حڪم جي "گُل"
اسان هر هر ڀري آ حامي

***



# غزل

پردو تنهنجي مُک تان هٽيو هوريان هوريان
منهنجو بہ ڪجھہ غم گهٽيو هوريان هوريان

گل ٽاريءَ ۾ ٽڙيو پئي، ڪيڏو نہ وڻيو پئي
تو گل هو ٽاريءَ مان پٽيو هوريان هوريان

هر ٻيٽ تي مون محبت جا ڪيٽ ڪيڙيا ها
پريت جو هو پوءِ ٻج ڇٽيو هوريان هوريان

ان رات ۾، جذبات ۾، ڪيڏيون هامون هنيئي
خبر نہ پئي منهڙو مٽيو هوريان هوريان

پهرين پروڙ نہ پئي، ڪي عشق ۾ عذاب هن
تو ڪيڏو فڪرن سان ڦٽيو هوريان هوريان

"گل" تان ڇا گذري، گُل پٽيون پٽيون ٿيو
نينهن جو نازڪ ناتو ڪٽيو هوريان هوريان

***

# غزل

ڏينهن سچا ٿو تڙپائي
راتين جي ٿو ننڊ ڦٽائي

پهرين عشق جا ونگ وجهي
هاڻي مونکان ڇو پئي منهن لڪائي

ديد سندس ۾ دم دلاسا
دلداريءَ لاءِ وک وڌائي

سوچيان ٿو ته ساجن مون کي
ڪڏهن ڇڪي ٿو ڇاتي لائي

”گُل“ سان گڏ گهاري جيون
اڪيلو ”آغا“ کي نه رُلائي

***



# غزل

لڪائي پنهنجو پاڻ سهڻا هليو وئين
پڪيڙي سونهن سرهاڻ سهڻا هليو وئين

پهرين پائي پريت جا پيچ پيارا
پل ۾ پلي پاڻ سهڻا هليو وئين

ڪيترا خوابن جا محل گڏجي اڏيا سين
انهن کان ٿي اڻ ڄاڻ هليو وئين

”گُل“ جو جياپو، تو سوا کهڙو جاني
رس ۾ ڇڏي رهاڻ سهڻا هليو وئين

***

# غزل

تو وساريو تنهنجي وس ۾ هو
توکي وسارڻ منهنجي وس نہ آ

کهڙي راهہ وٺان وڃ هجن ڇانءَ هجي
ڏاڍو رُليس، کٿي مليو گسُ نہ آ

کورا پنا، کيئن لکان انهن تي
قلم هٿ ۾ پرَمسُ نہ آ

توسان گڏ هر رات روشن لڳي
چوڏهين چانڊوڪيءَ ۾ بہ چَسُ نہ آ

تو بہ ٻول ٿي ٻوليا، ”گُل“ ٿي تڙيا
تو بنا رهاڻين ۾ رَسُ نہ آ

***



# غزل

تون پري ۽ مان پري، ڪابہ ناهي خوشي
سوا تو گذري منهنجي ڪيئن زندگي

هر پل تنهنجي ياد ۾ ٿو گذري
پُليو ناهيان اڃان ياد جي بندگي

رولاڪ روح، آ راحت جي تلاش ۾
محبت لاءِ من منهنجو ملنگي

سوا تو ”گل“ جو پيار ڪنهن سان نہ آ
ٻئي ڏي ڏسان مون لاءِ وڏي شرمندگي

***

## غزل

تڙپان پيو پرين تنهنجي پيار ۾
ڪيڏو عذاب آ، تنهنجي انڪار ۾

توئي سائين چيو هو صبر ڪر ٿورو
مگر حال ناهي هاٽي بيمار ۾

خمار آهن اجان خاصا چڙهيل
ڪيترا جام ها، تنهنجي نهار ۾

درد آهن، دانهون ٿيون نڪرن
ڏاڍي دير ٿي آ تنهنجي ديدار ۾

❊❊❊



## غزل

ڪيو برهه تنهنجي بيقرار آ
مگر تنهنجو ساڳيو تڪرار آ

جهڙو بہ آهيان تنهنجو آهيان
ڪو تولاءِ بيوس آ بيمار آ

تون ساڻ آهين تہ صبح آهي
تو بنا رات ڪاري يار آ

تنهنجي يادن ڪان ڪيڏانهن پڄان
يادن جي لٽڪيل تلوار آ

تو سواءِ ”گُل“ هاڻ گذري نٿي
چيرن ۾ چڄ هي چمار آ

❊❊❊

# غزل

سڏڙا سائل جا ٻڌ اي مِٺا منٺار
رهي ڏور، ايڏا انتها جا ڏي نہ آزار

سوا تو گھڙي هڪڙي پانيان سال هزار
ڏسان توکي اچي دل کي کو دلبر قرار

پلصراط جهڙو پنڌ لڳي ٿي زندگي
ماندو ڪري ٿو توسان ملڻ جو انتظار

گھايل "گل" تي ڪا قُرب جي سخا ڪر
اگھائي عرض، اي سهڻن جا سردار

❋❋❋



# غزل

جلي پيو تنهنجي جدائيءَ ۾ جسم
مٺا مون کي تنهنجو آهي قسم

تو مون سان ڪيا جيڪي واعدا
پلا انهن جو رک تون ڀرم

اکيون پوري ڪيم اعتبار توتي
ظالم هاڻ ايڏو ڪر نہ ظلم

هر دم ديوانو تنهنجو آ "گل"
ڪر پنهنجي قرب جو تون ڪرم

❋❋❋

# غزل

ستايل آهي منهنجي دل
گهايل آهي منهنجي دل

سورن جي سرءُ رُت ۾
ڪومايل آهي منهنجي دل

رڳو رُج آهي، اُج آهي
اُجايل آهي، منهنجي دل

ڪٿي ڳوليان هن کي هاڻي
وڃايل آهي منهنجي دل

هر گهاوَ آ گهرو "گُل"
ڏکايل آهي منهنجي دل

***



# غزل

ياد تنهنجي يڪو ستايو آ
لڙڪن کي لوڪ کان لڪايو آ

رڳو ديدار جو دلاسو تہ ڏي
ويهي واٽن تي واجهايو آ

تنهنجي ڇهري ڏسڻ لاءِ چريو
تو چنڊ ڪڪرن ۾ لڪايو آ

ٻارن وانگي روز رنو آ مون
تو ڪڏهن ڪونہ پرچايو آ

دل ڇريءَ کي دلاسا ڏئي
مون ويچاريءَ کي وندرايو آ

ملڻ جو آسرو ناهي "گُل"
پوءِ بہ توسان ناتو نڀايو آ

***

# غزل

اسان رات جاڳي گُذاري ڇڏي
ويهي وات اوهانجي نهاري ڇڏي

يادن جي بتي اجان اجهائي نه آ
اوجاڳن جي تيل سان ٻاري ڇڏي

زندگيءَ کي جيئڻ جو حوصلو ڏنو آ
متان سمجهين همت هاري ڇڏي

اوهان لاءِ گَسن تي گلڙا
گهٽي به سائين آ ٻُهاري ڇڏي

اجان "گُل" پيار جي پالوٽ پراٽي
سڪ ساري اوهان تان واري ڇڏي

❊❊❊



# غزل

جڏهن به تنهنجي ياد اچي ٿي
من ۾ منهنجي باھ مچي ٿي

ياد ڪري تنهنجي يادن کي
دل اندر ۾ ناچ نچي ٿي

تولئه ڏينهان رات روئان ٿو
اکڙين مان برسات وسي ٿي

رُئندي ياد ڪري پيو "گل"
روح ۾ ڪائي راند رچي ٿو

❊❊❊

# غزل

تنهنجي يادن ۾ دل اداس رهي ٿي
تنهنجي پيار جي ئي پياس رهي ٿي

خاموش رهي تنهنجي سوچ ۾ پيو سڙان
اندر ۾ تنهنجي برهه جي باس رهي ٿي

هر ساعت سِڪان سهڻي صورت لئه
تنهنجا ٻول ٻڌڻ جي آس رهي ٿي

چاهه جي مُرڪ نهار، بهار جهڙي
روح کي ”گُل“ اهڙي گهڙي راس رهي ٿي

❊❊❊



# غزل

اڄ جو زور زمانو آ، يار ۾ ياري ڪٿي آ؟
مطلب کان سواءِ دوستي دل واري ڪٿي آ؟

پگهر جا پورهيا، محنت مڙسيون ڪٿي آهن
ٻنين ۾ ڏس هر ڪٿي آهن، هاري ڪٿي آ؟

ملاوت جو مال، وکجي پيو واڪ وڏي تي
وٺون وڪر کهڙو ويساهه وارو واپاري ڪٿي آ؟

پاءُ ماريو پيٽ ڪي ڪيڏي بي حيائي، بي دردي
ڪيڏي نيڪ نمازڻ نياڻي، ڪاري ڪٿي آ؟

اسان ”گُل“ محبتون ڏيون وٺون پيا اڄان
حالتون حساس آهن پر دل هاري ڪٿي آ؟

❊❊❊

# غزل

ڪيڏو ظالم زمانو آيارو
اهنجن جو آستانو آيارو

هتي پنهنجو، پنهنجي جو ويري
سارو فڪر جو فسانو آيارو

لوڪ مان لحاظ ويو آنڪري
هر ڪو بيوس بيگانو آيارو

وڪ وڪ تي رڳو ڪوڙ مقالون
نينهن هتڙي نيرانو آيارو

حرڪتون سڀ نفرت جهڙيون
بڻايو ويندو بهانو آيارو

چو مظلوم آهيٺو هميشه
ظالم سدا توانو آيارو

رڪ رب تي يقين تون ”گُل“
رحم ڪرم جو خزانو آيارو

***



# غزل

ڪو جي ڪنهن سان وفا نه ڪري
ان ڪي گهرجي هو جفا نه ڪري

جو چوٽو اتس چئي چڏي يلي
خوامخواه ايڏو خفا نه ڪري

دل سان جو ٻه دعا نه گُهري
شايد اها دعا، شفا نه ڪري

دوست ڪي چئو، دلبريءَ عيوض
مونسان دوڪو، دغا نه ڪري

جيسين جيئندو ”گل“ گڏ رهندو
جيئري يار جدا خدا نه ڪري

***

## غزل

دوستن وٽ دوستي رهي ناهي
مند بہ محبتي رهي ناهي

قول ۽ قصا وڏا سڀن جا
پر ڪا بہ قربتي رهي ناهي

تلخ، تلوار رويا روز جا
اها زبان شربتي رهي ناهي

وڪ وڪ تي ٿا ڪوڙ ٻڌون
سچ ۽ صداقتي رهي ناهي

ڪيئن ڪنهن تي ڪجي يقين؟
رَوَش بہ عنايتي رهي ناهي

***



## غزل

گڏ ٿي ويا، ڌار ٿيڻ وارا
ويا ڌار ٿي، گڏ رهڻ وارا

هر ڪو آ نفعي جي ڊوڙ ۾
ٿورڙا نقصان سهڻ وارا

اسان جي هٿ جوڙ هر جاءِ تي
هو ناهن ضد تان لهڻ وارا

اڪثر لڙڪ اگهياسين ٻين جا
اڄ ناهن لڙڪ اگهڻ وارا

ڏسو حديد ۾ اڪڙين سان
ڪيترائي ”گُل“ ٽڙڻ وارا

***

# غزل

ڪيو دوست، ڪيترو شرمسار
جت ڪٿ هن ڪيو آخوار

هٿ ڏئي، پوءِ هٿ ڪڍيائين
ڪيڏو بڇڙو ڪيائين بار بار

پيار ڏئي پوءِ ڏار ٿيڻ
اهي سڀ هن ڪي اختيار

همدرديءَ جي هام هڻي پوءِ
بنهه ڇو ٿي ويو هو بيزار

قرب جا پهرين قدم وڌائي
دشمن بڻجي اڄ بيٺو يار

غيرن سان گهمي ڏيکاري ساڙڻ
ويرين جهڙا ڪري پيو وار

”گل“ سڃاڻي ورتو سين ڪي
جن جن تي ڪيو اعتبار

***



# غزل

ملئي ڪم ڪار مان فرصت
ڪجهه مون لاءِ سوچ ويچار ڪجان

وقت ملي وڃي ته پوءِ واه واه
نه ته فون تي ڳالهيون ٻه چار ڪجان

پنهنجي سونهن جي صدقي سائين
تون پيار جي خيرات يار ڪجان

حياتي آهي ته حاضر آهيان
مري ويس پوءِ نه ميار ڪجان

”گُل“ ڀنؤر بڻجي اڏري ايندس
رڳو ٿورو تون انتظار ڪجان

***

# غزل

ياد اوهان جي ستايو اسان کي
اجان ڇو پيا آزمايو اسان کي

اوهان ڏانهن اچڻ لاءِ آتا آهيون
ڪڏهن تہ ڀلجي سڏايو اسان کي

اوهان ڏانهن اچڻ جي ڪريون ٿا
ڀلا ڇو ٿا پري هٽايو اسان کي

اسان جي قرب جو قدر سمجهو
اجايو پيا تڙپايو اسان کي

اوهان جي حُسن جو "گل" ديوانو
راهن ۾ نہ رُلايو اسان کي

***



# غزل

اکيون اکين سان اڙائي چري ٿي پئي
جلدي ۾ دلڙي ڦرائي چري ٿي پئي

وڇڻ وارو ويو، وري وري ڪونہ آيو
واٽن تي نيڻ وڇائي چري ٿي پئي

عشق ڪرڻ ٻارن جي راند تہ ناهي
پنهنجا سارا حال وڃائي، چري ٿي پئي

ڪنهن جي مڃي ئي نٿي، انڌي محبت ۾
لڳاتار لڙڪ وهائي چري ٿي پئي

"گُل" ڪٿي آ، هوءَ گسن تي آ ويٺي
هِن ڪان هُن ڪان پنڌ پڇائي چري ٿي پئي

***

# غزل

ڪوئي ناهي، ڪنهن جو يار
آهي اجائي ڏيڻ ميار

ڏسندي ماڻهو جام جلن ٿا
پڇندو تن کي قادر قهار

ڪري در گذر، معافي مڙئي
نيٺ ٿيندو انصاف هڪ وار

دوست ٿري دشمن ٿين
ڀلا ڪنهن تي ڪجي اعتبار

غير گهاٽا ٿي نه سگهندا
ڪندا تنگ پيا بار بار

***



# وائي

# وائي

تنهنجو روز پچن تا
سڀ پاڙي وارا
اي دوست دل وارا

نيڻ پنل اٿم ۽
وري ويس پاتم ڪارا
اي دوست دل وارا

اکيون ڪليل اپ ۾
ڳڻيان پيو تارا
اي دوست دل وارا

ڪٿان ڪڏهن تو اچين
نهاريان روز چارا
اي دوست دل وارا

”گُل“ گهايل ٿي آهي
زندگيءَ جا سهارا
اي دوست دل وارا

***



# وائي

وري موٽي آئي
ڀلي مند بهار
ڪٿي آهين يار

ٽڙيا گل ولين ۾
هر جاءِ تي هٻڪار
ڪٿي آهين يار

سنسار ساوڪ سارو
چؤڏس ۾ چوڏار
ڪٿي آهين يار

جتي تو پير رکيا
مهڪي اٿي مهڪار
ڪٿي آهين يار

خوش ٿي ڪلان وري
تون اچين جي ٻيهار
ڪٿي آهين يار

***

# وائي

مون کي ڏسي بيمار
لڇندو ڇڏي لاچار
هاءِ هاءِ هوءَ هلي وئي

سڀ متيءَ ۾ ملي ويا
اميدن جا انبار
هاءِ هاءِ هوءَ هلي وئي

منهنجي زندگي مون لاءِ
ڳورو ڄڻ ڪو بار
هاءِ هاءِ هوءَ هلي وئي

پيار جي موت ۾
ايڏا ڏئي آزار
هاءِ هاءِ هوءَ هلي وئي

***



# وائي

نه وڏائي هجي
نه جدائي هجي
پيار اهڙو ڪجي
محبت، محبت
وات وائي هجي
پيار اهڙو ڪجي
صورت سان سيرت
پڻ سوائي هجي
پيار اهڙو ڪجي
هر آس اميد
تي سجائي هجي
پيار اهڙو ڪجي
هر وک وات تي
ملي واڌائي هجي
پيار اهڙو ڪجي
”گُل“ رکي ياري
پوءِ نيائي هجي
پيار اهڙو ڪجي

***

# نظم

# نثري نظم



## نظم

اهو سڀ ڪرم آ قادر جو
نہ تہ تنهنجو منهنجو ميل ناممڪن
توسواءِ ڪير ڪجھ بہ نہ آهي
تنهنجو ڪوبہ مٽ نہ ثاني
ڪريان ٿو ادا تنهنجو شڪر خدا
انسان ڇاهي، محبت ڇاهي
پيار ڪي ڪنهن قبيلي مذهب جي
ڪانهي ضرورت ڪنهن عقيدي جي
پيار تہ پيار آ محبت آ
حياتيءَ جيئڻ هڪ حقيقت آ
ڇا آهن ذات رنگ ۽ نسل
اڃان عشق سپن ڪان آ اٿل
پيار جو ڪو خاص وطن ڪونهي
عشق وارن جي دل ۾ رهندو آ
پيار سرحدن جي سوڙهہ ڪان آجو
پيار واپار جو وکر ڪونهي
پيار جي ماپ تور ڪانهي ڪا
هن کي محسوس بس ڪري سگھبو آ.

***

# نظم

اعتبار ڪر تو چيو
۽ مون صبر ڪيو
توتي مون ويساهہ ڪيو
پنهنجو سمجهي پنهنجي پر ۾
پر پرين ڪل ڪا نہ پئي
ڪيڏانهن ويو جاني منهنجو
تنهنجي جدائي جهوري وڌو
ڇا دنيا کي چوان
ڇا تہ ڪنهن سان ڪڇان
سور سڄڻ سنڌا
ڪين وسرن پيا
ڇو وساريان پلا
تحفا تنهنجا پرين

***



# نثري نظم

اڃان بہ هن جا
جوان جذبا
اڃان بہ چهري تي
تاب ساڳيو
۽ حجاب ساڳيو
ڏسڻ سان هن کي
نيڻ ٺري ٿا پون
سورج ٻري ٿا پون
هوءَ سونهن جي سرڪار آ
ڪڏهن بہ جهڪيو ناهي
نڪي هو جهڪندو
سندس ارادو
اٽل آ صفا
مگر الائي ڇو
منهنجي دل ۾
اڃان بہ هن لاءِ
تڙپ آ ساڳي
تڪيندو آهيان
جتان پرين جو
ٿيندو گذر آ
اها بہ خبر اٿم

مونسان نہ ملندو
نہ ئي ڪڏهن هو
مون سان ڪلندو
مگر اميدن تي دنيا آ قائم
ايئن اسان بہ
جيئون پيا ٿا
سفر تہ "گُل" جو
آ رات هڪڙي
مگر هيءَ خوشبوءِ ڇڏي وڃون ٿا.

***



# نثري نظم

ڏينهن هفتا مهينا ڇڏيو سال کي
هي حياتي سموري ٿوري ٿي لڳي
هڪ ٻئي گهري آ خدا کان زندگي
جي ملي ٿي پوي واه واه آ
جي قبول ٿي اها دعا ٿي پوي
ايندڙ جنم ۾ ملڻ جو آسرو ٿي پوندو
شڪر ادا ڪيو انتها خدا جو
ان جنم ۾ تون ۽ مان او پرين
سڀ کان بي نياز ٿي ۽ خدا جي اڳيان
سر جهڪائي، دعا هي گهرنداسين تہ
اي رب، اهائي توفيق ڏي
تہ اسان گڏجي
پنهنجي محبت سنڀالي سگهون
تنهنجا اڻ ڳڻيا احسان رهندا
اهي اسان تي خدا
اسان ٻنهين جي زندگين ۾
محبتن جا موتيا مهڪن
دليون محبت جا درياءَ ٿي پون
تات ۽ تانگهہ جو طوفان ماٺو نہ ٿئي
پرين سان پيار لاءِ
بس هڪڙو ئي موقعو ملي
هن جنم ۾ نہ تہ
هن جنم ۾.

***

# گيت



## گيت

هاري هر هلائي ٿو
ٻنيءَ ٻج ڳڏائي ٿو

تتي ٿڌي ڪيڙ ڪي ڪاهي
ٻارا ٻاريون ٿاهي ٿو

محنت ۾ ئي عظمت آهي
اهڙو نينهن نڀائي ٿو

محنت جي مستيءَ سان
ڪيڏو ان اپائي ٿو

پوک پکل، ولر پکيئڙا
بار بار پڇائي ٿو

پير اگهاڙا، پٽر بلائون
پيو پاڻي ورائي ٿو

هر حال ۾ خوش آهي
ڪنهن کي نہ رنجائي ٿو

ٻنيءَ پاتي چادر سائي
هاري "گُل" سجائي ٿو

***



# گيت

هر نظارو نکري، ٿي نبار آيو
بهار آيو، بهار آيو، بهار آيو
بهار آيو....بهار آيو.....
وڻن ٽڻن ۾، گل ۾ گونج تہ ڏس
خوشبو جو جت ڪٿ خمار آيو
بهار آيو....بهار آيو.....
ٻڌ ڪوئل جي ڪيڏي ڪوڪ مٺي
پڙ پري ڪان تازو ڪندو تنوار آيو
بهار آيو....بهار آيو.....
هر جاءِ وسڪار آهبڪار جي
جهومي هر تاري جهومي هر تار آيو
بهار آيو....بهار آيو.....
هر لام تي لاتيون پکين جون
نگر نگر ۾ آهي نکار آيو
بهار آيو....بهار آيو.....
هر ڪو سنڌڙيءَ جا گيت جهونگاري
ڪيڏو سرور آيو، ڪيڏو سڪار آيو
بهار آيو....بهار آيو.....
ڌرتيءَ تي ڪيڏا "گُل" ٽڙي پيا
چڻ ڪو نئون نينهن تي نروار آيو

***

# چؤسٽا



## چؤسٽا

تون چوين ٿو توکي وساري ڇڏيان
تنهنجي محبت کي ماري ڇڏيان
پيار ڪا پن ڇڻ رُت تہ نہ آهي
موسم جيان مٺا گذاري ڇڏيان

***

اي دلربا اکڙيون کڻي تون نهار ٿورو
آهيان اجايل ازل جو، مون کي پيار ٿورو
ڪا گهڙي گڏجي گذار تون ”گُل“ سان،
دردن جو دل تان ٿئي هلڪو بار ٿورو

***

سهڻا تنهنجي سڪ جو ستايل مجبور آهيان
سورن ۾ سوگهو، دلبر توکان دور آهيان
محبت ۾ ايذا ماڻا، ڪرين ڇو ٿو راڻا
تنهنجي چاهہ جي چڪيءَ ۾ ٿيو چور آهيان

***

ويجهو اچي ويهه دلبر دل ٺري
دوريءَ جو دلبر پيو ٻارڻ ٻري
سال لنگهيا تو سار نه لڌي ڪا
تنهنجي سري وئي، منهنجي نٿي سري

***

مونسان ملڻ جي ڪر دلبر دل جاني
تنهنجي ملڻ لاءِ منڙا دل ديواني
حال هيٺا هِنِ، ڇڏيو هوڏ حبيب
ڪريو "گُل" تي ڪا آخر ۾ احساني

***

ڪيو عشق پنجتن پاڪ سان آهي
ساٿي تِن سان سهڻو سبحان آهي
اندر ۾ اُڪير تن لئہ جنهن به رکي
انهن جو خدا پاڻ نگهبان آهي

***

درد ٻڇي دل اندر رهندي نه ڪر
نيڻن مان نير تي وهندي نه ڪر
جي روبرو رهاٽيون نٿي ڪرڻ چاهين
پوءِ خوابن ۾ مونسان ملندي نه ڪر

***



سامهون تنهنجي ويهي نٿو سگهان
ڏسڻ ڪانسواءِ رهي نٿو سگهان
توکي ٻين سان جڏهن ٻيلي تو ڏسان
اهو سور به سهي نٿو سگهان

***

دل کي سڪون ناهي
تنهنجو جنون آهي
تنهنجي عشق جي آتش
جنوري به جون آهي

***

درد مند دل ۾ دغا نه هوندي آ
ڇو سهڻن وٽ سخا نه هوندي آ
اسان کان پيار ۾ روز پڇاڻا "گُل"
پر پاپين کان ڪڏهن پڇا نه هوندي آ

***

جڏهن به بارش برسي آهي
دلڙي تولاءِ تڙپي آهي
اجان به ساڳيا جوان جذبا
ڌڪ ڌڪ دلڙي ڌڙڪي آهي

***

بارش ڦڙ ڦڙ وسندي رهي
دل يادن ۾ پسندي رهي
تنهنجي سهاري جي لاءِ "گُل"
آس اڏوري آسڪندي رهي

***

ساوڻ رت ۾ سنڌ جو نيرو آسمان
ڪار اڪر ڪيڏا ٽيا مهمان
سارا نظارا هن نيارا پيارا
ڪيڏا "گُل" آهن الله جا احسان

***

توتي پابنديون پئجي سگهن ٿيون
اڏ ۾ رهجي سگهن ٿا ارمان
منهنجي زندگي ٻه تنهنجي نالي
تون ٿي رهين شال "گُل" تي مهربان

***

اکيون اکين سان ملائي نٿو سگهان
هڪ وک توڏانهن وڌائي نٿو سگهان
توکي ياڪر ۾ پيري وٺان
پر توکي سيني لائي نٿو سگهان

***



دل ۾ دونهان درد دکن ٿا
جيرا جگر سڀ يار جلن ٿا
توکي شايد سڌ نه آهي
لارون ڪريو لڙڪ ٿمن ٿا

***

پيار جا پختا پيچ توسان پرين
تون وسارڻ سان ٻه نٿو وسرين
تنهنجي ادائن جو اسير آهيان
شل قرب جي ڪا ديد ڏرين

***

درياءَ جي وير وانگي زندگي
ڪمان مان تير وانگي زندگي
تون جي گڏ رهندين "گُل" سان
ڪنڌ ۾ ڪير وانگي زندگي

***

وري پلي يار مونکي آزمائي ڏس
محبت جي مُحب ماکي چکائي ڏس
منهنجو پيار پارس کان گهٽ نه آ
اگهه چاهت جو پلي چُڪائي ڏس

***

ڪڏهن ڪين توکان پاڻ پليو سين
چوڻ تنهنجو منڙا مرڪي مڃيو سين
جيڪي ڪياسين قول ٻول توسان
انهن جو ڀرم بيشڪ رکيو سين

***

اندر جا سور اندر آهن، ٻاهر ڇو ڪجن
جنون، جوش، جذبات ظاهر ڇو ڪجن
سدا دشمن تي سڀ نال ڇوڙي ڇڏجن
اجايا سجايا هوائن ۾ فائر ڇو ڪجن

***

تنهنجي ياد اڇي ٿي لڙڪ ڪري ٿا پون
ڪيترائي هورا هنياؤ ۾ هري ٿا پون
سالن کان جيڪي سبيل ڇپڙا ”گُل“
سهڻن کي سامهون ڏسي ڇُري ٿا پون

***

واعدا ڪيا مون توسان جيڪي جاني
پاريا پريت سان، نہ ٿيندي نادانی
ساھ جيئن تو کي سانديم اندر ۾
ڪو ٻہ نہ ٿيندو تنهنجو مٽ ۽ ثاني

***



پيشاني تنهنجي تي جو تر آهي
مون لئہ اهو اسود هجر آهي
جنهن ٻہ چميو انهيءَ کي
اهو ئي انسان ٿيو امر آهي

***

جڏهن ٻہ هوءَ مرڪندي آهي
ڄڻ ڪلي گل ٿي ٽڙندي آهي
نوخيز پنهنجن نظرن سان
ڪيترا تکا تير هڻندي آهي

***

آهي پنڌ اوکو تنهنجي پار جو
کو تہ ڏس ڏيو منهنجي يار جو
هن جي گهٽيءَ ۾ وليون گلن جون
سڄو نظارو موسم بهار جو

***

تو سواءِ هيڏي محفل اڌوري آ
ماريو توسان ملڻ جي مجبوري آ
تو کي ڳوليان پيو هيڏانهن هوڏانهن
تنهنجو ديدار دلبر ضروري آ

***

تو کي دم دم دل ياد ڪري ٿي
تو بن سهڻا ساعت ڪونہ سري ٿي
تنهنجي ياد جي هر هر هير لڳي
من ۾ منڙا ڪيڏا مڳ ڏري ٿي

***

پنهنجن جو مان گهايل آهيان
غيرن سان ڪهڙو سينو ساهيان
"گُل" وفائن جي موسم نہ آهي
جفائن جو پيو جهنگ وڍايان

***

دل کي سڪون ڪونهي ڪو
ڇريءَ کي چين ڪونهي ڪو
"گُل" کي موهي وڌو اٿئي
تو سواءِ حسين ڪونهي ڪو

***

مان نہ اديب نہ شاعر آهيان
محبت ۾ ٿيو اجان نہ ماهر آهيان
مڙيئي دل کي دلاسن سان وندرايان
ڪوئي سامري جيئن نہ ساحر آهيان

***



ياد هن جي هُري آهي
ياد چڻ ڪا ڇري آهي
اڪيلو اداس رهي "گُل"
جيءُ پوندو جهري آهي

***

ڏور ٿي ويا ڏاهن کي ڪٿي ڳوليان
رات آ ڪاري راهن کي ڪٿي ڳوليان
"گُل" وڌو رڻ رولاڪيءَ جو آهي
پيار جي پناهہ گاهن کي ڪٿي ڳوليان

***

وڏي ويا وڇوڙي جا ڏينهن
وسائين اکڙيون لڙڪن جو مينهن
"گُل" گلزاريون ڪري گسن تي
اڃان توسان نڀايان پيو نينهن

***

ويهہ اچي ويجهو تري دل ساجن
ڳڻتين ۾ پئي ڳري دل ساجن
وڇوڙي جا ڪُن وڏا آهن
ٻڏي وري ٿي تري دل ساجن

***

چو مونسان بيوفائي ٿيندي آهي
جاني يار جي جدائي ٿيندي آهي
”گُل“ عاجز اياڻو اڪثر تو اڳيان
تنهنجي ڪاوڙ اجائي ٿيندي آهي

***

چو پيلا بيوفا ٿين ٿا ماڻهو؟
ڪيڏا دل جا پڪا ٿين ٿا ماڻهو
ڪنهن تي ”گُل“ ويساهه ڪيئن ڪجي؟
واعدن جا ڪچا ٿين ٿا ماڻهو

***

جهڙي صورت سهڻي، تهڙو سهڻو پاڻ
الله اهڙي عجيب ڪي، اگڻ منهنجي آڻ
هن جي شان ۾ شعر لکان ”گُل“ هر گهڙي
هر شعر ۾ هن جي حسن جي واکاڻ

***

هر وقت سامهون تنهنجا سور سڄڻ
ڪونه ڏنئي محبت مٺڙا مور سڄڻ
”گُل“ ڪان ڪهڙو قصور آ يار ٿيو
اچانڪ ايڏو ٿي وئين دور سڄڻ

***



پلي محل ۾ ماڙيون هجن
ڇڏڻ وارا ڇڏي وڃن ٿا
ڪنهن جا ڪچا گهر ڪکاوان
پر پاڻ سان سڏي وڃن ٿا

***

مينهن وسيو آهي جاني
مند صفا آهي مستاني
بوندن ۾ اچ گڏجي بيهون
ختم ٿئي منهنجي پريشاني

***

سڄڻ ساري رات جاڳيا
ڦُٽي جيسين پرڀات جاڳيا
هر ڪو حيران آ هر دم
نوان ناسوري حالات جاڳيا

***

جيئن سانوڻ جي برسات جو انتظار آ
تيئن توسان پرين ملاقات جو انتظار آ
اوهان سان روح رچنديون رهاڻيون ڪجن
راحت اچي ”گُل“ ان رات جو انتظار آ

***

پئسن تي چو بانور اي انسان

کجھ سوچ ٿورو تون نادان

آخر ٿيندين مهمان مٽيءَ جو

پوءِ مٽان ٿئين تون پريشان

***

پيار ڪرڻ ۾ نيائڻ ڪم اوکو آ

دغا دل ۾ رکي کلڻ اهو دوکو آ

اٿئي دنيا ۾ واسينگ ۾ واڳون

اهو ٻه ڪڏهن "گُل" تو سوچيو آ

***

وک وک تي رڳو پيار پوکيو سين

ڪري محبت اهو نه سوچيو سين

محبوب ڪيڏو ڪنور مغرور آ

هن ڪئي، هن کي بخشيو سين

***

لاهوتي، زواري آهي اجايو

جي دل جي ناهي ڪا ٻه ڪمائي

ڪعبو ڪربلا مدينو ڏسي آيو

"گُل" ڪيڏي ڪري پيو وڏائي

***



علي علي منهنجو پير آ

دشمن جي دل تي تير آ

محبت رک پنجتن سان

مولا علي الله جو شير آ

***

پيارن سواءِ ڪهڙي عيد آهي

دلبرلاءِ اجان در ۾ ديد آهي

پري هليو ويو پرين صفا

ڪائي خوشي نه ٿي خريد آهي

***

محبتون ملاقاتون عيدون ٻه ٿينديون

پرين ايندو پوريون اميدون ٻه ٿينديون

کي پور نه رهندا کي سور نه رهندا

دوبدو دلبر سان ديدون ٻه ٿينديون

***

ڏيهه ۾ ڪٿي ڳولجي ڏاهن کي

وڃائجي ويل پراڻين راهن کي

پتڪڻ ڪا ٻچي سگهي ٿو ماڻهو

سڪون ملي سگهي ٿو ساهن کي

***

کـڏهن کـين پـاڻ کـي پليـو سـين
چـوڻ تنهنجـو سـدائين مڃيـو سـين
توسـان کيـل هـر واعـدي جـو
بيحـد پـرم "گُـل" رکيـو سـين

***

تـون ٻـين سـان خـوش رهـين ٿـو
چئـو، تـوکي وسـاريان کيـئن؟
هـر گهـڙي دل ۾ وسـين ٿـو "گُـل"
دل مـان تـوکي ڌکاريـان کيـئن؟

***

خوشـين جـي چـڻ برسـات ٿـي
شـاديءَ جـي پـلاري رات ٿـي
سـهيل قاضـيءَ لاتـيم لائـون
"گُـل" پنـؤر جـي ملاقـات ٿـي

***

تنهنجي حسن جي شمع مون کي جلايو
پرواني کي پڇـڻ کـان کـنهن نـه بچـايو
اوهـان لاءِ سـڙندو سـکندو رهـيس
"گُـل" کـي اوهـان سـچي عمـر آ سـتايو

***



دل منهنجـي مٺـا
سـور ڏاڍا سـٺا
هـن دل ۾ دکـن
باهـه تنهنجـي بـٺا

***

دلبـر دل کـي ڳٽـين ۾ نـه ڳـاريو
آيـل کـي ايـئن در تـان چـو ٿـا ڌکـاريو
پنهنجو سمجهي هـک ڀيرو پيار مـان
نـالو وٺـي "آغـا گُـل" چئـي پکـاريو

***

سور ٻڌ "سرکيءَ" جا، مُحب مٺا منٺار
ٻُـڌ تـه ٻـڌايان تـوکي، هاڃـا آهـن هـزار
واکـا ٻـڌي تـون کـو سڏ تـه ورنـائي
"گُـل" تـاريءَ کـان کيـئن رهنـدو ڏار

***

سـپرين توسـان سـچي آهـي سـک
مـون کـي ڏسـي هيـڏي هـوڏي نـه لـک
کـافي کشـش تنهنجـي قـرب ۾
"گُـل" کـي تنهنجي چِکـي ٿـي چـک

***

دعائن جا مينهن
محبتن جا ڏينهن
آيون ڪوڙ خوشيون
توسان لاتم نينهن

❊❊❊

اوهين آهيو سهڻن جا سردار
اسين اصل کان آهيون عرضدار
ڪڏهن کلي خوش ٿي ملو تہ سهي
لهن سالن جي غمن جا غبار

❊❊❊

هر دم دل بي چين رهي ٿي
واءُ جيان تنهنجي ياد وري ٿي
”گُل“ غمگينيءَ جي گهيري ۾
پئي دل ٿڌڙا ساهہ ڀري ٿي

❊❊❊

هر وقت سور رڳو سهان ٿو
راتو ڏينهن تولاءِ رئان ٿو
”گُل“ منهنجا لڙڪ ڪو تہ اگهي
پنهنجا لڙڪ پاڻ اگهان ٿو

❊❊❊



پنهنجا اڌورا اجان ارمان ڇا ڪريون؟
ڪي بہ ڪم نہ ٿيا آسان ڇا ڪريون؟
اهڙي جيئڻ جو مقصد ڪهڙو
نہ ڪو دارون، نہ وري درمان ڇا ڪريون؟

❊❊❊

سنڌ صدين کان آهي اُهائي
جڏهن تڏهن ٿي آڪاهہ اجائي
جنهن ۾ شاهہ، سچل ۽ قلندر
”گُل“ خود خدا ڪندو سٺائي

❊❊❊

سائين سڀ ڪجهہ تنهنجي خاطر ڪنداسون
جگر، جيرا، بڪيون حاضر ڪنداسون
”گُل“ جي اگڻ تي تون رڳو اچي تہ ڏس
سمورو پيار سچڻ ظاهر ڪنداسون

❊❊❊

# بيت



## بيت

مون کي تنهنجي عشق جي شمع آ جلايو
اچي هاڻ اُجهايو، ا ها آڳ عشق جي

***

تنهنجي ريشم جهڙي رمز مون کي ماريو سچڻ
اتم اهو چوڻ، پري نہ کريو پاڻ کي

***

سهڻا قرب تنهنجي ۾ آهيان ڪُتل
ڪيسين رهندا رنل، پلا جيئري يار جاني

***

پرين پيار ۾ تون بہ تڙپيو تہ هوندين
نيٺ مونسان سليندين، سور سارا ساڻ ويهي

***

تنهنجي قدم قدم تان، صدقي ڪريان ساھ
چمڪي منهنجو چاهہ، چوڏهين چنڊ جيئن

***

جنهن جڳهہ تي تو سهڻا ڪيا سينگار
اتي جو اظهار، ڪريان ڪيئن توسان

***

جتي تو ڪيو، ٺورو منٺڙا آرام
گهٽيون توڙي گام، اٿا مينهن مهڪ جا

❊❊❊

جتي جتي ڪئي تو، روح رچندي رهاڻ
تنهنجي ساهن جي سرهاڻ، اجان اها ئي آهي

❊❊❊

جتي جتي تو، وارن کي ويڙهيو
مون کي هو ميڙيو، سڀڱيءَ سان سُٺ جيئن

❊❊❊

جتي جتي هلي تون، آيو هُئين پاڻ
انهيءَ پيٽي پاڻ، سجدا پيو ڪريان

❊❊❊

پلي يار دنيا ڪائي پئي خار
مجٽي ناهي هار، پيار جي پنڌ ۾

❊❊❊

دلبر دور ڪان، تنهنجا اکڙين اشارا
اجان ٿڌا شوڪارا، نڪرن ٿا نينهن جا

❊❊❊

وساري وهم سارا، ”سَرڪي“ ڏي تون سُر
جو گُهرٽو هجئي گهر، چوري تون چپن کي

❊❊❊



آئون قرب تنهنجي ۾، آهيان يار ڪٺل
اجان رهين ٿو رُٺل، تون مونکان چو پلا

❊❊❊

نہ ڪنهن کي روئندي نہ کلندي وٽيا سين
رڳو پئي چٽياسين، پنن جيان وٽن مان

❊❊❊

غم نہ ڪر اي دل، صبر وڏي شي آهي
رهٽي رات ناهي، پرپات آ پنڌ ۾

❊❊❊

## ❊پڇاڙي❊

## سنسار پبليڪيشنس ڪراچي جا ڇپيل ڪتاب

1. سوز، ساز، آواز (ريڊيي تي هلندڙ ڪلاسيڪل ڪلام)

غلام فاروق لغاري........ ملهه: 300

2. ورهاڱي کان اڳ سنڌ جي مسلمانن جو سياسي ۽ سماجي جائزو

غلام مصطفيٰ شاهه/ سنڌيڪار: عبدالستار بلوچ .......... ملهه: 400

3. سندھو تہذیب ( آثار قدیمہ کے حالات وواقعات )

عنایت کھٹیان/مترجم: اسلم کھٹیان......... قیمت: 300

4. پاندارو (ڪهاڻيون) ياسمين چانڊيو.................. ملهه: 300

5. وڃائجي ويل رنگن جو احساس (نثري نظم)

علي محمد ”درد“ سولنگي ............ ملهه: 300

6. افڪارِ لطيف (لطيفيات) دادا سنڌي....................... ملهه: 300

7. Dream to Disillusionment by Farrukh Aziz

(Critiquing Abdul Karim Gadai's Philosophical Musings)

Rs. 600

8. گهَنگهر گهاريم ڏينهڙا (جيل ڊائري) سڪندر سرواڻ...... ملهه: 300

سيني ڪتابن تي 50 سيڪڙو رعايت

رابطي لاءِ: 03002507766

***